# بيدل-٢

(فقير قادر بخش بيدل جي ١٣٣ هين عُرس جي موقعي تي
پڙهيل مقالا)

مُرتب:

**اختر درگاهي**

صلاحڪار بورڊ:

ڊاڪٽر ادل سومرو

اياز گل

شمس صابر


پاران

**بيدل يادگار ڪاميٽي**

2003ع

ڪتاب جو نالو: بيدل ـ ٢

پهريون ڇاپو: ٢٠٠٣

مرتب اختر درگاهي

صلاحڪار بورڊ: ڊاڪٽر ادل سومرو، اياز گل، شمس صابر

ڪمپوزنگ: سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي

ڪمپيوٽر لي آئوٽ: نديم احمد سولنگي

ٽائيٽل تصوير: اياز گل

ڇپيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي فون ٧٧٣٧٢٩٠

ڇپائيندڙ: بيدل يادگار ڪاميٽي

مُلهه: =/40 روپيا


**هن ڪتاب جي ڇپائڻ ۾ سکر جي ضلعي ناظم، ڊسٽرڪٽ ڪو آرڊيننس آفيسر ۽ ايگزيڪٽو ڊسٽرڪٽ آفيسر (روينيو) جو سهڪار شامل آهي**


ملڻ جا هنڌ

عزيز ڪتاب گهر- گهنٽا گهر سکر

شاهه لطيف ڪتاب گهر- حيدر چوڪ گاڏي کاتو حيدرآباد

رابيل ڪتاب گهر- اسٽيشن روڊ لاڙڪاڻو

# فهرست

# پنهنجي پاران

بيدل يادگار ڪاميٽيءَ پاران گذريل سال، سنڌ جي برک صوفي بزرگ، عارف، عالم ۽ شاعر حضرت فقير قادر بخش بيدل رحه جي ١٣٣ هين عُرس مبارڪ جي موقعي تي ڪتابي سلسلو ”بيدل-ا“ پڌرو ڪيو ويو هيو، جنهن ۾ حضرت بيدل سائينءَ جي ١٣٢ هين ساليانِي عُرس جي موقعي تي منعقد ڪيل ”ادبي ڪانفرنس“ ۾ پڙهيل يارهن مقالن کي شامل ڪيو ويو هيو. واعدي مطابق، ان سلسلي کي اڳتي وڌائيندي ان جي ٻي ڪڙي بيدل-٢ شايع ڪيو ويو آهي، جيڪو اوهان جي هٿن ۾ آهي.

هن ڪتاب ۾ حضرت قادر بخش بيدل رحه جي گذريل ١٣٣ هين عُرس جي موقعي تي پڙهيل سنڌ جي ناميارن اديبن جي مقالن کي شامل ڪيو ويو آهي، ان سان گڏوگڏ مشاعريءَ ۾ ناميارن شاعرن جو پيش ڪيل حضرت بيدل سائين کي منظوم خراج عقيدت پڻ شامل ڪري رهيا آهيون.

گذريل سال منعقد ٿيل ”ادبي ڪانفرنس“ جي صدارت ڪندڙ سنڌ جي برک عالم ۽ اديب ڊاڪٽر قاضي نبي بخش ۽ نامياري اديب احمد علي صابر چانڊيئي، جئين ته لکيت ۾ ڪو مقالو پيش نه ڪيو هيو، تنهن ڪري ان جي کوٽ هن ڪتاب ۾ محسوس ڪئي ويندي.

بيدل ڪتابي سلسلي کي سهڻي نموني شايع ڪرڻ تي اسان سڪر

جي ضلع ناظم سيد ناصر حسين شاهه رضوي، ڊسٽرڪٽ ڪوآرڊينيشن آفيسر پير ضياءَ الحق سهروردي ۽ ايگزيڪٽو ڊسٽرڪٽ آفيسر (روينيو) محترم محمد حسين سيد جا ٿورا مڃون ٿا.

**اختر درگاهي**

سيڪريٽري

بيدل يادگار ڪاميٽي



پير ضياءُ الحق سُهروردي
ڊسٽرڪٽ ڪو آرڊينيشن آفيسر سکر
چيئرمين بيدل يادگار ڪاميٽي



غلامُ صديق قادري
(رٽائرڊ ڊي آءِ جي)
ڪنوينر بيدل يادگار ڪاميٽي

# بيدل سائين جي شاهہ ڀٽائي سان عقيدت ۽ محبت

ڊاڪٽر نواز علي شوق

هيءَ هڪ حقيقت آهي ته حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي شخصيت ۽ شاعري بي شمار ماڻهن کي متاثر ڪيو. پڙهيل، اڻ پڙهيل، صوفي بزرگ، اديب ۽ عالم ۽ شاعر اچي وڃن ٿا. حضرت قادر بخش بيدل به انهن مان هڪ آهي. هيءَ هڪ حقيقت آهي ته بيدل سائين جي اولياءَ الله سان بي پناهه عقيدت ۽ محبت هئي، جن ۾ حضرت لعل شهباز قلندر رحہ، مخدوم نوح رحہ، حضرت غوث بهاؤ الحق رحہ، مخدوم محمد اسماعيل رحہ پريان لوئي، شاهه خير الدين رحہ، حيدر شاهه حقاني رحہ، صوفي شاهه عنايت شهيد رحہ، مير جان الله شاهه رحہ، حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحہ، پير محمد راشد، پير علي گوهر شاهه اصغر، حضرت سچل سرمست، ۽ ٻيا ڪيترائي صوفي بزرگ ۽ اولياءَ الله اچي وڃن ٿا. انهن مڙني مان بيدل سائينءَ کي حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ سان خاص عقيدت ۽ محبت آهي. جنهن جو اظهار پاڻ پنهنجن اڪثر ڪتابن ۾ ڪيو اٿن.

حضرت قادر بخش بيدل سنڌ جي مختلف درگاهن تي حاضريون ڀريون. مراقبا ڪيا، دعائون گهريون، پر اُن سان گڏوگڏ پنهنجي تعليم به جاري رکيائون. فقير صوفي سبحان بخش ڪتاب پنج گنج جي مقدمي ۾ لکيو آهي ته ”الله وارن جي درگاهن تي مراقبا ڪندي ڪين ٿي سال گذري ويا. انهيءَ هوندي به تعليم ۾ ڪو ناغو نه پيو. انهيءَ زماني ۾ هڪڙي وقت مخدوم شاهه حيدر حقاني (متوفي

۱۰۳۹هه) جي درگاهه روهڙيءَ تي تي راتيون رهيا..... پهرين ۽ ٻي رات خواب ۾ ڏٺائون ته هڪ نوراني شڪل وارو ڪين ارشاد فرمايو ته: "اوهان جي امانت اسان وٽ آهي" آخر ٽين رات فقير صاحب عرض ڪيو ته "قبلا! اوهان ڪٿي جا آهيو" ارشاد ٿيو ته، "آءٌ لعل شهباز سيوهڻ جو آهيان." (پنج گنج ص۲۱)

پوءِ فقير صاحب لعل شهباز جي زيارت لاءِ سيوهڻ شريف وڃڻ لاءِ روانو ٿيو. انهيءَ سلسلي ۾ حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي سندن رهنمائي ڪئي. صوفي سبحان بخش مرحوم وڏيڪ لکيو آهي ته، "فقير صاحب لعل شهباز جي ڏس ملڻ بعد خواب جي حالت ۾ ئي روهڙي درياهه جي "حاجي تڙ" ڏانهن سيوهڻ شريف وڃڻ لاءِ روانا ٿيا. جتان انهيءَ زماني ۾ ٻيڙا سيوهڻ ۽ ڪراچيءَ تائين ويندا هئا. پر جڏهن اتي پهتا ته ٻيڙو ڪنارو ڇڏي اڳتي نڪري ويو هو. پاڻ اهو ڏسي غمگين ٿي ويهي رهيا ته اوچتو هڪ نوراني شڪل واري شخص ڪين مٿي تي کڻي ٻيڙي ۾ ويهاري ڇڏيو. فقير صاحب انهيءَ درويش کان نالي جي پڇا ڪئي ته جواب مليو ته "آءٌ سيد عبداللطيف آهيان" تان جو سندن اک کُلي وئي. ان وقت سندن عمر ۱۵ سال هئي. (پنج گنج ص۲۱)

ان واقعي مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته بيدل سائين کي پنهنجي امانت حضرت قلندر لعل شهباز رحه کان ملي پر سندن روحاني رشتو شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه سان هو، جن سيوهڻ وڃڻ لاءِ سندن رهنمائي ڪئي. ان کان پوءِ ڪين اتان پير جي ڳوٺ وڃڻ جو ارشاد ٿيو. جتي پير علي گوهر شاهه اصغر رحه سان رُوح رهاڻيون ڪيائون. ان کان پوءِ پريان لوءِ آيا. ڪجهه عرصو مخدوم اسماعيل رحه جي درگاهه تي رهيا. جتان ڪين ارشاد ٿيو ته روزي ۽ نماز جي پابندي ڪندا رهو. پوءِ بيدل سائين جن روهڙي اچي تصنيف ۽ تاليف ۾ مشغول ٿي ويا ۽ ڪيترائي ڪتاب عربي، فارسي، سنڌي، سرائڪي ۽ اردو ۾ تصنيف ۽ تاليف ڪيائون. (ان لاءِ ڏسو پنج گنج (سنڌي ترجمو) ۽ (اردو ترجمو) ان کان علاوه ديوان بيدل (سنڌي ۽ اردو).

بيدل فقير عربي، فارسي، سنڌي ۽ سرائڪي جو وڏو عالم هو. هن قرآن پاڪ، حديث شريف، مثنوي معنوي ۽ شاهه لطيف جي ڪلام جو ڳُوڙهو مطالعو ڪيو هو. ان جو ثبوت سندن ڪتاب پنج گنج آهي. اهو ڪتاب فارسي زبان ۾ ١٢٦٤هه ۾ لکيو هئائون. ان جو سنڌي ترجمو فقير صوفي سبحان بخش ڪيو. اهو ڪتاب ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز پاران سنه ١٩٧٦ع ۾ ڇپجي چڪو آهي. انهيءَ ڪتاب جو اردو ترجمو راقم ڪيو، جيڪو شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر پاران مئي ٢٠٠٠ع ۾ ڇپجي چڪو آهي.

بيدل سائين پنهنجي هن ڪتاب پنج گنج ۾ ڪيترائي اخلاقي سبق ۽ نصيحت جا نُڪتا نروار ڪيا آهن. سچائي زندگي گذارڻ، اخلاقي بلندي، ذهن ۽ قلب جي صفائي، حقيقت جي تلاش ۽ حق جي ڄاڻ سڃاڻ لاءِ چاليهن درجن جي چونڊ ڪئي اٿن. هر هڪ درجي جو عنوان ڏئي معرفت جي پنجن خزانن تي دليلن ۽ مثالن سان روشني وڌي اٿن. اهوئي سبب آهي جو بيدل سائين ان ڪتاب جو نالو پنج گنج رکيو. انهن پنجن گنجن يعني خزانن بابت بيدل سائين پنهنجي ڪتاب "پنج گنج" ۾ هن ريت وضاحت ڪئي آهي:

"پهريون دليل قرآن پاڪ سان موافقت رکندڙ آيت مبارڪ آهي.

ٻيو دليل سچائيءَ سان ڀرپور حديث شريف آهي.

ٽيون دليل فيض ڀريل مثنوي معنوي جا بيت آهن.

چوٿون دليل وجد ڀريل شاهه ڀٽائي جو بيت آهي.

پنجون دليل هدايت واري واٽ ڏانهن وٺي ويندڙ حڪايت آهي."

پنج گنج جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته حضرت قادر بخش بيدل قرآن پاڪ، حديث شريف، مثنوي معنوي ۽ حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه جو تمام گهڻو اڀياس ڪيو هو. غور ۽ ويچار ڪان پوءِ ڪين محسوس ٿيو ته شاهه لطيف جو ڪلام قرآن مجيد، حديث شريف ۽ مثنوي مولانا روم جو رُوح آهي. لطيف سائين پنهنجي ڪلام ذريعي اهائي تعليم ڏني آهي. جيڪا قرآن پاڪ، حديث شريف ۽ مثنوي ۾ سمايل آهي.

بيدل سائين جو اهي علمي ڪمال آهي، جو هن شاهه لطيف جي ڪلام کي اهڙو اعليٰ درجو عطا ڪيو. دنيا جي ڪنهن به ادب ۾ اهڙو مثال ڪونه ٿو ملي جو ڪنهن عالم يا محقق پنهنجي ڪنهن شاعر جي ڪلام کي ايڏو مدلل بڻايو هجي. هن هڪ ٻي ڪتاب يعني ”پنج گنج“ مان بيدل سائين جي علميت ۽ شاهه لطيف سان محبت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. ان ڪتاب جي آخر ۾ هڪ نهايت ئي دلچسپ حڪايت بيان ڪئي اٿن. لکن ٿا ته: ”نادر شاهه دهلي جي حڪومت پنهنجي قبضي ۾ آڻي، هڪ رات حڪم ڪيو ته فلاڻي محلي ۾ وڃي ڪوس ڪريو“ انهيءَ قتل عام ۾ اوچتو هڪ سپاهيءَ جي هٿان هڪ عارف شهيد ٿي ويو. سِرُ ڌڙ کان ڌار ٿيڻ کان پوءِ، قاتل کي مخاطب ٿي چوڻ لڳو ته ”ٻن مَردن جو خون تنهنجي ڳچيءَ ۾ پئجي ويو.“

سپاهي ڏاڍو پريشان ٿيو، نوڪري ڇڏي سفر ڪندو اچي مديني پاڪ پهتو ۽ ٻنهي جهانن جي سردار ﷺ جي حضور انهيءَ خون جي معافي لاءِ عرض ڪيائين. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ حضور جن ڪين ارشاد فرمايو ته: انهيءَ قسم جي گنهگارن جو دارومدار سيد الشهداءَ حضرت امام حسين عليہ السلام جي رضا ۽ خوشيءَ تي آهي، ڇو ته سمورا شهيد ۽ ڪُل مقتول سندن حضور ۾ حاضر رهندا آهن. پر تون سڌيءَ طرح امام علي مقام تائين پهچي نه سگهندين، تنهن ڪري سنڌ وڃ ۽ پنهنجو حال سيد عبداللطيف ڀٽائي سان وڃي اور، ته پوءِ تون پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿيندين.

اها خوشخبري ٻڌڻ کان پوءِ هو اُتان روانو ٿيو ۽ منزلون ڪندو اچي ڀٽائي رحہ جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ سچي عقيدي سان پنهنجو سُور سليائين. شاهه صاحب ڦيرين ته پاڻ لڪائڻ جي ڪوشش ڪئي. پر آخر سائل جي حال تي رحم فرمائي تسلي ڏئي فرمايائون ته: ”تون اڄ رات کان پوءِ فلاڻي سڙڪ جي هيٺاهين هنڌ اچي ويهجانءِ“ هُو نيٺ مقرر وقت تي اچي اُتي ويٺو.

ٻنهي جهانن جا سردار اهلِ بيت ۽ صحابن سڳورن سان اتي

پهتا. هيڏانهن عاشقن جو سردار شاه لطيف بہ اچي حضور ۾ حاضر ٿيو. ٻنهي جهانن جي سردار سان ملاقي ٿي، شاه صاحب سيد الشهداءَ عليہ السلام جي حضور انهيءَ سائل لاءِ عرض ڪيو. امام عالي مقام فرمايو تہ: "هن سچار جي سفارش توهان کي قبول ڪرڻ گهرجي." انهيءَ مقتول فرمايو تہ "قبلا! وحدت جي ولايت جي بادشاه شاه عبداللطيف ڀٽائي جي رضا ۽ خوشيءَ لاءِ پنهنجي قاتل جي خطا معاف ٿو ڪريان. اهڙيءَ ريت انهيءَ ۾ گنهگار جي بدبختيءَ جا ڪنڊا نجات ۽ آرام وارن گلن ۾ تبديل ٿي ويا.

بيدل سائين پنهنجي هڪ فارسي مثنوي "دلڪشا" (هيءَ ڪتاب ١٢٦٥ هه ۾ لکيو ويو. اجا قلمي صورت ۾ موجود آهي) ۾ ذڪر ۽ فڪر جي اهميت نهايت ئي اثرائتي انداز ۾ بيان ڪئي آهي. جنهن ۾ ذڪر ۽ فڪر جي اهميت بابت قرآن پاڪ جون آيتون، حديثون ۽ صوفين جا قول بيان ڪيا ويا آهن. ان کان علاوه حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي رحہ جو هڪ بيت ڏئي، پوءِ ان جي تشريح ڪئي وئي آهي اهو بيت هي آهي:

سـڏن مـتي سـڏڙا، واڪـو هـڏم لاه
مَنَ ڪا ڪُوڪَ، سنداه، ڪوهيارل جي ڪنِ پوي.

پر ان بيت کان اڳ بيدل سائين حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي جي صفت ۽ ساراه بيان ڪندي پنهنجي عقيدت ۽ محبت جو اظهار هن ريت ڪيو آهي.

آن سرآمد عارفان و شاه عاشق رهبر عشاق حق را راهِ عشق
موجهاي منطقش درياي راز بيت بيتش اُو صهباي راز
بيت آري بيت او اقليم وجعد مومن توحيد را تسنيم وجد
حرف حرفش سربرسر سوز و گداز لفظ لفظ اُو حقيقت خوش مزاج
گر تو آري بر زبان اسم شريف عبدرا گردان مضاف بالطيف

هن هيٺ مذڪوره شعرن جو ترجمو پيش ڪجي ٿو:

هن عارفن جي اڳواڻ ۽ عشق جي بادشاهه عشق واري واٽ ۾ عاشقن جي رهبر- جنهن جي ڪلام جون موجون الاهي رازن جو مهراڻ آهن ۽ جنهن جو هر هڪ بيت الاهي رازن جي شراب جو پيالو آهي. جن جا بيت، بيت ناهن. پر اهي مستيءَ جي دنيا آهن ۽ حق جي هيڪڙائيءَ ۾ اعتقاد رکندڙ لاءِ مدهوشيءَ جي هڪ نهر آهن. سندن هڪ هڪ حرف سراسر سوز آهي ۽ هن جو هر هڪ لفظ مجازي نما وندي بہ حقيقت ڀريو آهي. جيڪڏهن هن جو ڀلارو نالو زبان تي آڻيندي تہ عبد (ٻانهو) کي لطيف (خدا پاڪ جو صفاتي نالو) سان ڪٺي جوڙ. (يعني عبداللطيف)

فقير قادر بخش بيدل رحہ پنهنجي هڪ ٻئي ڪتاب "سند الموحدين" ۾ حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحہ، پير محمد راشد روضي ڌڻي رحہ، خواجہ عبدالحق رحہ، حضرت سچل سرمست رحہ، فقير قبول محمد رحہ ۽ مير قلندر علي رحہ کان علاوه ڪن ٻين شاعرن جا چوند شعر ڏنا آهن. هن ڪتاب ۾ الله تعاليٰ جي وحدانيت بيان ڪندي، قرآن پاڪ جي آيتن ۽ حديثن کان علاوه صوفي سونهارن ۽ڀلارن ٻانهن جا ڪجهه قول ۽ شعر ڏنا ويا آهن. انهن ۾ حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جا بيت سند طور ڏنا ويا آهن.

"رموز العارفين" نالي بيدل سائين جو هڪ ننڍڙو فارسي زبان ۾ لکيل ڪتاب (هن ڪتاب جو نسخو قاضي پير محمد ١٢٨٠ هہ ۾ لکي پورو ڪيو. جيڪو اجا تائين شايع ڪونہ ٿيو آهي) آهي، جيڪو سنہ ١٢٦٨هہ ۾ تصنيف ٿيو ان جي تصنيف جي تاريخ هن شعر مان ڪڍي وئي آهي.

تاريخ ڪتاب آن دل آرام
فرمود کہ باد خوش سرانجام

١٢٦٨ هہ

هن ڪتاب ۾ وحدت الوجود جي موضوع تي ٢٤ عارفن جي چوند شعرن جي فارسي نظم ۾ شرح ڪئي وئي آهي. ان ۾ حضرت شاهہ عبدللطيف ڀٽائي رحہ سان عقيدت ۽ محبت جو اظهار ڪندي، سندن صفت ۽ ساراهہ هن ريت ڪئي اٿن. فرمائين ٿا:

آن شاهِ شهان عشق وجدان سرتاج گروه اهلِ عرفان
جسمش زسرشت آب و گل دور سر تاقدمش ز عشقِ پُر نور
معدون در اولياي كبار مكشوف بر او تمامِ اسرار
دردست ز شعر آشكارا وجدست كلامِ او سراپا
گرگوش كند او را دل سست در رابطہ عشق زند چست

بيدل سائين ڪيترن ئي صوفي بزرگن جي وصال جون تاريخون ڪڍيون آهن. هتي حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽاعي رحہ جي وصال وارا ٻہ تاريخي قطعات پيش ڪجن ٿا، جن مان بيدل سائين جي حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي سان عقيدت ۽ محبت ظاهر ٿئي ٿي.

مرشدِ وقت سيد سادات مظهر جلوه هاي غيب شهود
شاهہ عبداللطيف كز لطفش طالبان مي رسند با مقصود
ساقيءَ بزمِ عشق و محفل درد اولين نُور آخرين بنمود
پيشواي موحدان كہ رهاند سالكان را كلامِ اوز قيود
عرش و كرسي زوجد او درچرخ آسمان پيش مسجد او بسجود
فيض بخش جهان در ايامي كس بمثلش نديده و شنود
سالِ وصلش سروش غيبي گفت شاهہ شاهان عشق وجد وجود

۱۱٦۵ هہ

هڪ ٻئي تاريخي قطعي ۾ ڀٽائي گهوٽ سان هن ريت عقيدت ۽ محبت جو اظهار ڪيو اٿن. فرمائين ٿا:

زهي سلطان عشاقان بملڪِ وجد شاهنشاهہ
سراپا نور بيرنگي فلڪ تَوحيد راچون مه
وجود پاک او دائم بجذب شوق در جوش
دلِ پُر نور او هر دمِ ز سر عاشقي آگه
نہ گنجد دربيان وصفِ دراز همت عالي
كہ دست فكرما از دامنِ مدش شود كوته
مكمل عاشق و معشوق ازلي راهمہ آغوشي

بہ هر مظهر بود ناظر جمالِ ثمر وجه الله
چو تاريخ وصالش جست جان بيدل از هاتف
بہ گوشِ دل ندا آمد "لطيف لا تمثل له"

١١٦٥هہ

آخر ۾ حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ۽ فقير قادر بخش بيدل جي ڪلام مان ڪجهہ اهڙا مثال پيش ڪجن ٿا، جن ۾ معنيٰ ۽ مفهوم جي هڪ جهڙائي نظر ايندي.

شاهہ لطيف:

هوت تنهنجي هنج ۾، پُڇين ڪوهہ پرياڻ
و نحن اقرب اليه من حبل الوريد، تنهنجو توهي ساڻ
پنهنجو آهي پاڻ، آڏو عجيبن جي.

بيدل سائين:

پنهون ناهہ پري، ويجهو وسي سپرين
و نحن اقرب اليہ من حبل الوريد پرين ناهہ پري
جي ڪو ڏيان ڌري، تہ ڪوهيارو قريب آهہ.

ٻيو مثال

ساهئون ويجهو سپرين، پرين ناهہ پري
جنهن ريءَ ڪانہ سري، ساعت هڪڙي ساهہ جي.

شاهہ لطيف

وڃين چو وڻڪار، هت نہ ڳولهين هوت کي
لڪو ڪين لطيف چئي، ٻاروچو ٻئي پار
نائي نيڻ نهار، تو ۾ ديرو دوست جو

بيدل سائين:

تو ۾ آ ديرو دوست جو، ڇا ڪان وڃين وڻڪار ميان
سُڻ، "من عرف" هادي اتو، شہ حيدرِ ڪرار ميان.

## مددي ڪتاب:

(۱) شاھ جو رسالو- مرزا قليچ بيگ، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو سنہ ۱۹۹٦ع
(۲) ديوان بيدل (ٽيون ايڊيشن) سيد عبدالحسين شاھ موسوي، سنڌي ادبي بورڊ ۱۹۹۱ع
(۳) مثنوي دلڪشا (قلمي) مملوڪ سيد عبدالحسين شاھ موسوي.
(۴) مثنوي دلڪشا (سنڌي ترجمو) ڊي- ڪي منشاراماڻي- صوفي سنگت ممبئي ۱۹۹٦ع
(۵) پنج پنج (سنڌي ترجمو) فقير سبحان بخش، ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز، حيدرآباد سنڌ ۱۹۷٦ع
(٦) پنج پنج (اردو ترجمو) نواز علي شوق- شاھ لطيف چيئر، ڪراچي يونيورسٽي، مئي ۲۰۰۰ع
(۷) سند الموحدين (قلمي) مملوڪ محمد محسن قريشي، درگاھ بيدل فقير.
(۸) رياض العارفين (قلمي) مملوڪ محمد محسن قريشي، درگاھ بيدل فقير.

# قادر بخش بيدل ۽ لطيف شناسي

غلام محمد لاکو

فقير قادر بخش بيدل رحمه الله عليه سن ١٢٣٠ هه ١٨١٤ع ۾ روهڙي شهر ۾ ڄائو هو. هن کي سنڌ جي مجموعي ادبي تاريخ ۾ گهڻي اهميت حاصل آهي. سنڌي شاعري ۾ خاص صوفياڻي شعر ۾، بيدل جو مقام تمام مٿانهون آهي. هن ڏس ۾ شاهه ڀٽائي ۽ سچل سرمست کان پوءِ، حقيقي معنيٰ ۾ بيدل هڪ معتبر شاعر طور سامهون اچي ٿو. اردو شاعريءَ ۾ به فقير بيدل جو نالو نمايان اهميت رکي ٿو. ان کان علاوه فارسي علم ۽ ادب جي اتهاس ۾، بيدل سائين جو هڪ نرالو مقام آهي. سنڌ جو هي صوفي ۽ شاعر ٽيهن سالن جي تاڃي پيٽي ۾ هو ته، سنڌ ۾ ميرن جي راڄ جي پڄاڻي ٿي ۽ هتي انگريزن جي حڪومت قائم ٿي. بيدل فقير ان کان پوءِ ٽيهه سال زنده رهيو. انگريزن جي دور ۾ جتي زندگيءَ جي ٻين شعبن ۾ وڏيون تبديليون آهن؛ اتي ٻولي، علم، ادب ۽ فڪري سوچ ۾ به، نمايان تبديليون ڏسڻ ۾ آيون. اسان جي هن نامور صوفي ۽ شاعر سال ١٢٨٩هه ١٨٧٢ع ۾ وفات ڪئي.

حضرت بيدل جي سوانح، فن ۽ فڪر تي گهڻيو لکيو ويو آهي، ۽ هر ايندڙ زماني ۾ اڃا به وڌيڪ لکيو ويندو. ليڪن هن مختصر مضمون ۾ اسين، لطيف شناسيءَ جي حوالي سان بيدل جي قلمي ڪشالي جو ذڪر ڪنداسين. اسان سڀني کي سنڌ جي شاعرن جي سرتاج، حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي صاحب جي حياتي ۽ شعري

سرمايي جي ٿوري گهٽي ٻه وڌ آهي. شاهه عبداللطيف سن ١١٦٥هه ١٧٥١ع ۾ وفات ڪئي. سندن وفات کان نوَ سال پوءِ مير علي شير قانع، هڪ ڪتاب "مقالاة الشعرا" فارسي زبان ۾ لکيو، جنهن ۾ شاهه صاحب جو ذڪر وڏي ادب ۽ احترام سان ڪيائين. علي شير قانع بعد ۾ ٻن ٻين ڪتابن ۾ جهڙوڪ "تحفه الڪرام" ۽ "معيار سالڪان طريقت" ۾ ٻه لطيف جو احوال لکيو. ان طرح لطيفيات جو عنوان وجود ۾ اچي ويو ۽ هي سلسلو پوءِ وڌندو ويو. ميرن جي دور ۾ ٻه هي عنوان زنده رهيو ۽ برٽش دور ۾ ته ان ۾ اچا ٻه وسعت آئي. رچرڊ برٽن، فريئر، ٽرمپ ۽ ڏيارام گدومل- پنهنجن ڪتابن ۾ شاهه لطيف جي حياتي يا شعر تي قلم کنيو.ان کان پوءِ باقاعده سنڌ جي هن لافاني شاعر بابت، مستقل ۽ باقاعده ڪتاب لکجڻ شروع ٿي ويا.

جنهن وقت شاهه صاحب جي سوانح ۽ فن تي برٽش دور جي شروع ۾ نئين رخ کان ڪم شروع ٿيو، ان کان ٻه اڳ سنڌ اندر اوليائن، سالڪن، صوفين ۽ شاعرن لطيف جي باري ۾ تشريح ۽ تحقيق جو ڪم شروع ڪري ڇڏيو هو. موجوده معلومات جي آڌار تي هي چئي سگهجي ٿو ته، پير محمد راشد علي رحمه پهريون عالم ۽ قلم ڌڻي آهي، جنهن پنهنجي ملفوظات ۾ جابجاءِ سمجهاڻي ۽ وضاحت طور، شاهه عبداللطيف ڀٽائي جا بيت ڪتب آندا. پير محمد راشد سن ١٢٣٣ هه/ ١٨١٨ع ۾ وفات ڪئي ان کان پوءِ ٻيو عالم، سالڪ، شاعر ۽ اديب، حضرت بيدل سائين آهي جنهن هن ڏس ۾ باقاعده جستجو ڪئي ۽ پاڻ ملهايو. سنڌ جي هن نامور قلم ڌڻي سن ١٢٦٤هه/ ١٨٤٧ع ۾ هڪ ڪتاب "پنج گنج" جي نالي سان فارسي زبان ۾ لکيو. هي ڪتاب جيتوڻيڪ اخلاقيات تي آهي، تڏهن ٻه لطيفي لٽريچر جي حوالي سان وڏي اهميت رکي ٿو. درگاهه بيدل جي جاءِ نشين صوفي سبحان بخش صاحب جي سعيي، ترتيب ۽ ترجمي سان، هي ڪتاب لکجڻ کان ٺيڪ هڪ سؤ ٻٽيهه سال پوءِ سن ١٣٩٦ هه/ ١٩٧٦ع ۾، شاهه عبداللطيف ڀٽائي ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز پاران ڇپجي پڌرو ٿيو. ڪتاب جي هڪ پاسي فارسي متن ڏنو ويو

آهي ۽ سامهون واري پاسي ان جو سنڌي ترجمو ڏنل آهي. ڪتاب جي مُهڙ ۾ جناب صوفي سبحان بخش صاحب، بيدل جي سوانح، فن توڙي شعري ۽ ڪتابي سرمايي تي، نهايت احسن طريقي سان روشني وڌي آهي. افسوس جو مقام آهي ته ڇپجڻ کان پوءِ به، هي ڪتاب لطيفيات جي مضمون ۾ متعارف نه ٿي سگهيو آهي.

خود بيدل فقير پنهنجي هن قلمي ڪاوش جي شناس ڪرائيندي لکيو آهي ته:

"انهيءَ کان پوءِ انتها درجي جي صفت ۽ ثنا رب العزت جي درگاه ۾ هجي. ۽ بيحد درود احمدي بارگاه ۾ هجن. هي هڪ رسالو آهي جنهن ۾ چاليه درجا آهن ۽ هر هڪ درجي ۾ پنج دليل مقرر آهن پهريون دليل قرآن شريف سان موافقت رکندڙ آيت مبارک آهي. ٻيو دليل صداقت سان ڀرپور حديث شريف آهي. ٽيون دليل فيض ڀريل مثنوي معنوي جا بيت آهن. چوٿون دليل وجد ڀريل شاه صاحب ڀٽائيءَ جو بيت آهي. پنجون دليل راه هدايت ڏانهن ترغيب ڏيندڙ حڪايت ۽ بيان آهي. (ص٨٩-٩١)

هن ڪتاب جي باري ۾ مصنف وڌيڪ لکي ٿو:

"سو مقرر تعداد جي ڪري انهيءَ جو نالو پنج گنج رکيوسون (يعني منجهس پنج گنج سمايل آهن) ۽ پنهنجي طاقت ۽ قوت آهر انهيءَ جي لکڻ جي ميدان ۾ اجتهاد ۽ ڪوشش جي سواريءَ کي ڊوڙايوسون. الله جي آسري ۽ انهيءَ تي ڀروسو آهي. جنهن مان شروعات آهي ۽ ڏانهس ئي انتها آهي. (ص٩١)

اڄ انٽرنيٽ ۽ ڊش جو دور آهي. سماجي سوچ جون ڌارائون تبديل ٿي چڪيون آهن. عام اٿي ويٺي ۾ گهڻي تبديلي اچي چڪي آهي. هر طرف لٽ مار ۽ افراتفري ڏسجي ٿي. هر ڪنهن کي پنهنجي پيٽ جو فڪر آهي. ان صورتحال ۾ هن ڪتاب جو اپياس، پڪ سان مفيد ٿيندو. ان کان وڌيڪ هي ته جڏهن بيدل فقير اخلاقيات تي هڪ سنجيدو ڪتاب لکيو آهي ته اهڙو ڪتاب لکڻ جو چٽو

مقصد هي هو تہ انسان کھڙي نموني سچائي عملي زندگي گذاري، اخلاقي بلندي حاصل ڪري، ذهني يا قلبي صفائي ماڻي ۽ حقيقت توڙي حق جي درجي بدرجي منزل ماڻي اهڙي ڪتاب ۾ شاهہ صاحب جي بيتن جي هڪ وڏي تعداد جو شامل ٿيڻ هڪ وڏي ڳالهہ آهي.

اسلامي دنيا ۾ فڪر ۽ سوچ جو اولين ماخذ قرآن مجيد آهي. ان بعد حديث شريف کي اهميت حاصل آهي. بعد ۾ مولانا جلال الدين روميءَ جو شعري سرمايو، مسلمانن جي فڪري دنيا ۾ اهميت رکي ٿو. پنج گنج، جي مصنف پنهنجي ڪتاب جي رٿابندي ڪندي، جتي اسان جي فڪر جي هنن ٽن ماخذن کان ڪم ورتو؛ اتي شاهہ لطيف جي بيتن جو انتخاب ۽ شموليت، نہ رڳو لطيف جي مڃتا کي ظاهر ڪري ٿي. پر سچ تہ هي آهي تہ ائين ڪرڻ سان خود بيدل سائين بہ، هڪ وڏي سنڌ شناس ۽ لطيف جي پارکو طور اسان جي سامهون اچي ٿو. جنهن وقت مصنف "پنج گنج" ڪتاب لکيو، ان وقت اڃا ڇاپي رسالا موجود نہ ٿيا هئا. اسان کي خبر آهي تہ "شاهہ جو رسالو" سڀ کان اول ڊاڪٽر ٽرمپ، سال ١٨٦٦ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هيو. ان جو مطلب تہ بيدل سائين هي ڪتاب، رسالي جي ڇپجڻ کان بہ اوڻيهہ سال اڳ تيار ڪيو. اهڙي دور ۾ جڏهن شاهہ جو رسالو عام دستياب نہ هو، ۽ اهو صرف قلمي نسخن جي صورت ۾ موجود هو؛ ظاهر آهي تہ ان حالت ۾ رسالو هٿ ڪرڻ هر ڪنهن جي وس جي بات نہ هئي. اهڙي صورت ۾ بيدل طرفان رسالي جو نسخو هٿ ڪرڻ ۽ مطالعو ڪرڻ، پنهنجي جاءِ تي هڪ وڏي ڳالهہ آهي. ان لحاظ سان فقير بيدل سائين، اولين عالم ۽ ليکڪ توڙي قلم ڌڻي آهي، جنهن شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي رسالي کي پرکڻ ۽ پروڙڻ ۾ دلچسپي ورتي ۽ ان مقصد لاءِ هڪ ڪتاب لکي عملي طرح قدم کنيو.

بيدلؔ جي سوانح ۽ قلمي ڪشالي تي نظر وجهڻ سان خبر پوي ٿي تہ، پاڻ پنهنجي دور جو هڪ باخبر اهل قلم ۽ مطالعي وارو صاحب ٿي گذريو آهي. شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست، ۽

لعل شهباز قلندر جي درگاهن جي زيارت ڪيائين. انهن جي وصال جون تاريخون چيائين. ان کان علاوه هنن سنڌي شاعرن ۽ عارفن جي شعر توڙي فڪر کان پڻ مستفيض ٿيو. ان کان علاوه بيدل فقير: پير محمد راشد، مير جان الله شاهه رضوي، شاهه عنايت شهيد ۽ پير علي گوهر شاهه جي وفات جون تاريخون بہ چيون آهن. ان پس منظر ۾ صوفي بيدل سائين هڪ اهڙي عالم طور سامهون اچي ٿو، جو سنڌ جي صوفين، درگاهن ۽ مشاهيرن کان هڪ باخبر شخص هو. مطلب تہ پنج گنج جي لکڻ سبب، بيدل کي اوائلي لطيف شناس مصنف جو اعزاز حاصل آهي. هن ڪتاب جو وڏيڪ درست متن، اردو ترجمي سان گڏ ڊاڪٽر نواز علي شوق تازو ڇپرايو آهي.

# هڪ قديم قلمي بياض ۾ فقير بيدل جو ڪلام

محمد پنهل ڏهر

سنڌ اندر شاهه عبداللطيف ڀٽائي ۽ سچل سرمست جي ڪلام کان پوءِ حضرت قادر بخش بيدل جو ڪلام ئي اهڙو آهي. جنهن کي دل جي گهرائين سان ڳايو ۽ ٻڌو وڃي ٿو. جهڙي طرح شاهه صاحب ۽ سچل سرمست جي ڪلام جا سوين قلمي نسخا سنڌي ماڻهن جي ساهه ۾ سانديل آهن، تهڙي طرح بيدل فقير جي ڪلام جا ٻه ڪيترائي نسخا ۽ بياض سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ماڻهن وٽ موجود آهن.

شاهه ۽ سچل جي ڪلام وانگر بيدل سائين جي ڪلام کي ٻه اهو روحاني مرتبو حاصل آهي. جو سنڌ جي هر روحاني درگاهه تي ٻين شاعرن جي ڪلام سان گڏ بيدل سائين جو ڪلام ٻه چاهه سان ڳايو ۽ پسند ڪيو وڃي ٿو.

ان قلمي بياضن مان هڪ بياض راقم جي ذاتي لائبريري ۾ ٻه موجود آهي جنهن ۾ پڻ ٻين شاعرن سان گڏ بيدل سائين جو ٻه سنڌي ۽ سرائيڪي ڪلام شامل آهي. هي بياض ۱۲×۷٫۵ سائيز جي ۲۱۸ صفحن تي مشتمل هو، ليڪن هن وقت شروعات وارا ۵۲ صفحا ڪونهن اٿس. جنهن ڪري ڪاتب جي نالي ۽ ڪتابت جي تاريخ ۽ هنڌ جي خبر نٿي پئجي سگهي. البت ڪاغذ ايترو پراڻو آهي جو هٿ لڳڻ سان ڀري ٿو پوي. ڪيترائي ورق زبون حالت ۾ آهن ۽ ڦاٽي چڪا آهن، جنهن ڪري ڪيترن ئي شاعرن جو ڪلام ضايع ٿي

چڪو آهي. خوشقسمتي جي ڳالهہ آهي جو بيدل فقير جو ڪلام بياض جي تقريباً وچئين صفحن تي هجڻ ڪري سلامت تہ آهي، ليڪن ڪاغذ جي زبون هجڻ ڪري ڪٿان ڪٿان ختم بہ ٿي چڪو آهي. هي بياض ڪاري مس سان لکيل آهي، ڪاتب جا اکر تمام سُٺا آهن. بياض جي مطالعي مان ڏسجي ٿو تہ بعد ۾ ڇڻ ڇند ماڻهون اضافو بہ ڪندا رهيا آهن. جن جو خط تمام خراب ۽ ڪچو آهي. اِهو اضافو سن ١٩٦١ع تائين ٿيندو رهيو آهي. بعد ۾ اضافو ڪندڙن مان هڪ پنهنجو نالو هڪ هنڌ "خدا بخش، سگ دربار پير چونڊي شريف" لکيو آهي. پوءِ وارو اضافي ڪلام نيري مس ۽ پينسل سان لکندا رهيا آهن.

مذڪوره بياض جي صفحي ١٧٦ کان ١٨١ تي بيدل سائين جون ١٣ ڪافيون لکيل آهن، جن مان ٽي سنڌي ۽ ڏهہ سرائيڪي ڪافيون بيدل سائين جي اِنهيءَ ڪلام ڪانسواءِ بياض ۾ ٻين هينئين شاعرن جو ڪلام موجود آهي.

(١) سچل سرمست- ٤٥ سنڌي، ٢١ سرائيڪي ۽ ٢ اردو ڪافيون (٢) خوش خير محمد هيسباڻي، ١٤ سنڌي ۽ ١٢ سرائيڪي ڪافيون (٣) فقير دريا خان ڪنڊڙي واري جون ٥ سنڌي ۽ ٦ سرائيڪي ڪافيون (٤) ٻُلا شاهہ جون ١٧ سرائيڪي پنجابي ڪافيون (٥) پير علي گوهر شاهہ اصغر- ١٥ سنڌي ۽ هڪ سرائيڪي ڪافي (٦) عبدالله فقير ڪاتيار جون "عشق الله" جي نالي سان يارهن سنڌي ۽ چار سرائيڪي ڪافيون (٧) قاسم، ٦ سنڌي ۽ ٢ سرائيڪي ڪافيون (٨) صاحب فقير رُڪ ١١ سنڌي ۽ ٤ سرائيڪي ڪافيون (٩) نانڪ يوسف بہ سنڌي، ٽي اردو هندي ۽ نو سرائيڪي ڪافيون (١٠) منٺار فقير راڄڙ ٩ سنڌي ڪافيون (١١) فتح فقير، ١٦ سنڌي ڪافيون (١٢) محمد اشرف ١٩ سنڌي ۽ ٤ سرائيڪي ڪافيون (١٣) ابوبڪر، ٥ سنڌي ڪافيون (١٤) ابراهيم، هڪ سنڌي ۽ هڪ سرائيڪي ڪافي (١٥) ڄام نالي شاعر جا چند سنڌي بيت ۽ هڪ سنڌي ڪافي (١٦) عثمان فقير، ٽي سنڌي ۽ هڪ سرائيڪي ڪافي.

انهن شاعرن ڪانسواءِ بيڪس، ميان عارف، جامي، بخشا، مهجور، غلام حسين ۽ سوڀو فقير لغاري جي هڪ هڪ سرائيڪي ڪافي ۽ حبيب الله، غلام مصطفيٰ مبارڪ، حافظ شاهه محمد، بهرام، سليمان ۽ عبدالرؤف جي هڪ هڪ سنڌي ڪافي. قالو جو هڪ سنڌي بيت شاهه عبداللطيف ڀٽائي جون ست سنڌي ڪافيون ۽ گمنام شاعرن جون ڇهه سنڌي ۽ ٽي سرائيڪي ڪافيون به شامل آهن. (سرمست ۱۹۹۴/۱۴ مرتب محمد علي حداد، سچل سرمست يادگار ڪميٽي خيرپو صفحو ۵۰ کان ۵۲)

هيٺ مذڪوره بياض ۾ موجود بيدل سائين جو سمورو سرائيڪي ۽ سنڌي ڪلام اُنهيءَ ترتيب سان پيش ڪجي ٿو، جيئن بياض ۾ موجود آهي.

(۱)

نيڻ لڳي رانجهو نال ميان عشق ڀڳي سڀ اولي اولي

۱۔ ذات صفات هڪ چاڪيتي وحدت والي خيال ميان
ڀڳي دوئي دي ڀولي ڀولي

۲۔ لوڙهه ڏتي سڀ هڪ لحظي وچ چشمان والي چال ميان
دين ڪفر دي رولي رولي

۳۔ لمن الملڪ دا رانجهن سائين آ پيا وچ سيال ميان
ڏول قريا ڏولي ڏولي

۴۔ هير نماڻي نون وچ فراقي جيوڻ محض جنجال ميان
جند رانجهن تون گهولي گهولي

۵۔ بيدل راهه رندي وچ آوڻ ڪنهين دي نانهين مجال ميان
.........درد ڏتئہ تہ تولي تولي

(۲)

تو ۾ آهي سرسارو جنهن جو تون پنڌ پڇين ٿو

۱۔ وفي انفسڪم سڻ.........

۲۔ انا احمد بلا.........

۳۔ مرد ٿي .........

۴۔ غير نہ ڀانئج پاڻ کي بيدل شاهي مار تعارو

(۳)

مک ماهي دا ڪعبہ قبلا عشق امامہ حقاني وي

۱- حق ابرو محراب دلي دي سجده سر نهاني وي
۲- شيخ صنعان جو جيحون پاتا يار وڏس ڳل ڳاني وي
۳- شاهہ منصور سولي تي آکيا اناالحق عياني وي
۴- زهد عبادت تقويٰ طاعت اعليٰ عشق رباني وي
۵- بيدل جوش جگر دا چوکا ٻيا سڀ هوش حيراني وي

(۴)

حسن دي هل هنگامہ اسانڏا هوش نيتا

۱- هڻ عاشقان نون حيرت هوئي حسن دا ويک مامہ
۲- صورت دي وچ ويک تون واضع معنيٰ واري
۳- شہ منصور نون حسن پلايا وحدت.........
۴- روز ازل ڪنون بيدل ٻڌڙا عشق والا احرامہ

(۵)

درد عشق دا جامہ رانجهن بار پلايا

۱- جذبي جوش جلالت واري ننگ ......... نامہ
۲- ويک جمال جوڳي دا سهڻا کپ ڳيا اسانڏا آرامہ
۳- بيوس لڳيان اسانڏيان اکيان دل نون پيا ڪوئي دامہ
۴- بيخودي دي خيال مون بيدل ره تون محو مدامہ

(٦)

اباڻن جي اکير راتيون ڏينهان روز رُواڙي

۱- ماروئڙن جي ملڪ جي اندر منجهہ اکير ساه سدا ٿو ساري
۲- اباڻن جي آسري لوئي ڪنديس لير پٽ پنهوارن جي پاڙي
۳- ڪڍ فضا جي قيد مون عمر خان امير ڳاراٽو تنهنجو ٿو ڳاري
۴- بيدل بيشڪ بيوس آهيان توڙئون لکي تقدير ڪير لکي کي لاڙي

(۷)

مینون سو چاک نہ چاڻي شاھ ھزارا بہ مین ھون

۱- ......... ہم آکیم وي ہي کنہ طرف نہ تاڻي حق اظھار بہ مین ھون

۲- ویس ......... پر تون پاتم وي جي تون وي سجاڻي نور نظارا بہ مین ھون

۳- باھ برہ دي برمر پڙکي جي تون باقھ سجاڻي برہ بقارا بہ مین ھون

۴- شہ منصور کون ...... سر کیتوني وي ساڳي سر سجاڻي سو سر سارا بہ مین ھون

۵- بیدل بیشک وو ظاھر باطن وي ذاتون ذات سجاڻي سج چنڊ تارا بہ مین ھون.

(۸)

جنھندي شوق چڙایا روح ساڏا ایھین کثرت والي کشال کنون

تنھین دي نینة دا نت پنان منگان دل چاتم ملک تي مال کنون

۱- جڏان عشق رانجھي دي ویڙہ نیتا تڏان ڳیس عقل افعال کنون

تیڏي چاک دي چوٹک چور کیتا چوک پیان مین سُرت سنبھال کنون

۲- عشق بیخودي والا خیال ڏنا ساتون توبہ خودي دي خیال کنون

حاضر ناظر جاڻان مین حق ھادي چني جندڙي غیر خیال کنون

۳- جام جوش محبت والا منگ بیدل برہ والي کلال کنون

ویسان تخت ھزار رانجھي نال میان ھڻ چتیان جھنگ سیال کنون

(۹)

ساڏي رمز ڏساوڻ کیتي عشق الا یامین وومین

۱- کن فیکون کنون سبھ جگ سارا خوب بڻایا مین وو مین

شاہ احمد نون ھدایت والا سر سمجھایا مین وو مین

۲- موسیٰ نون کوہ طور دي اُتي نور وکایا .........

کربلا وچ پاک امامان زھر پلایا مین وو مین

۳- شة منصور نون سولي اُتي پکڙ چڙھایا مین وو مین

قُم باذني آک شمس دا پوش لھایا مین وو مین

۴- آدم نون کڍ بھشتون باھر کیل کلایا مین وو مین

آتش تیز خلیل دي اُتي ......... مین وو مین

۵- عاشق وچ ظهور دا اي راز چپايا مين وو مين
بيدل دي وت ذات کيا پچدين پول پلايا مين وو مين

(۱۰)

پاجهون فاني ٿيونڙ اپڻي عشق دا راه بتاوي کون

۱- جان جان ساقي عشق نہ ٿيوي وحدت جام پلاوي کون
منصوري دي منصب پاجهون اس رستي وچ آوي کون
۲- جانجاه ساقي هستي حرف پچاڻي سرمستي سمجهاوي کونہ
ظاهر ذاتي ذوق نہ پايا بره دا بار اناوي کونہ
۳- ملان پڙهدي کنز هدايہ رندي رمز سکاوي کونہ
لدني علم عشاقان والا بنان عشق پڙهاوي کونہ
۴- تم هو عاشق تم هو معشوق اس جڳ وچ سماوي کونہ
تم هو والله بيدل الله تم بن مار جوائي کونہ

(۱۱)

توري عين عذاب عين عذاب وو توڙي باغ بهشت جا

۱- .......... حوران محض حجاب محض حجاب
۲-.......... وو کڏهين جن جو نينهن نواب نينهن نواب
۳- پيهي وچ پاتار مين مٿون چڏ حباب چڏ حباب
۴- بيدل هٿون هوت جي کسي تي کباب تي کباب

(۱۲)

چاک نهين ......... اساندا تخت هزاري دا سائين

۱- ........................وو اُهنون گهول گهتائين*
۲- انا احمد وي بلا ميمي وو حق را حرف الائين
۳- ويس جوڳي دي وو لئي دل اساڏي وو لاتيان بره ديا پائين
۴- عين نقاشي وو نقش اهوئي وو بيدل پول مَ پائين

* هن بياض جي زبون هئڻ کري کن هنڌن تان ورق ڦاٽي چکا آهن، جنهن کري اُن جاءِ وارو کلام بہ ختم ٿي چکو آهي تنهن کري اُن ضايع ٿيل کلام جي جاءِ تي ............... ڏنا ويا آهن.

تخت هزاري مين پيان رانجهو نال ڙي سيان

١- اکيان لڳيان وو متيان چڪيان وو هڻ مين بيوس ٿيان
٢- بيوس ٿاٿا وو جيڙا اساندا وو شرم حيا ڪنون ڳيان
٣- ويکڻ سيتي وو سهڻي صورت وو موج نيڻان دي نيان
٤- عشق جوڳي دي وو بيدل سانون وو ويک لايان هڻ پيان

انهيءَ بياض ۾ موجود بيدل سائين جي ڪلام جي پڙهڻين ۽ ڇپيل ڪلام جي پڙهڻين ۾ ڪجھ فرق آهي، تنهن ڪري بيدل فقير جي ڪلام جي مستند متن جي تياري ۾ هي بياض گهڻو مددگار ثابت ٿي سگهي ٿو. اُنهيءَ کان علاوه بيدل سائين جي همعصر شاعرن جي ڪلام سهيڙڻ مهل پڻ هي بياض معاون ثابت ٿيندو.

آخر ۾ حضرت قادر بخش بيدل جي فرزند ارجمند ۽ مشهور صوفي شاعر حضرت محمد محسن بيڪس جي هڪ سرائيڪي ڪافي ڏجي ٿي، جيڪا مذڪوره بياض جي صفحي ١٨١ تي موجود آهي ته جيئن اِها ڪافي محفوظ ٿي وڃي.

حسن بيرنگي رنگ ۾ آيا ميري من ڪون ڀاندا جي

١- ويس بسنتي آ پين ڪيتس جام شراب شهودي پيتس رمزان نال رجهاندا جي
٢- شاهي چوڙڪي جهنگ ۾ آيا بيرنگي هڻ رنگ......... رو رو پساندا جي
٣- آپي ڪيتس ويس بسنتي ڪڏان......... ساز سرود بجاندا جي
٤- بيڪس رک تون سرت سدائي پيش حسن دي ڪرگدائي خانان خودي جلاندا جي

# بيدل عشق جو امام

شوڪت خواجائي

بيدل سائين کي اگر عشق جو امام چئجي ته ڪو غلط نه آهي. بيدل سائين پنهنجي ڪتاب "فوائد المعنوي" ۾ عشق ۽ عاشق جي باري ۾ گهڻو ڪجھ لکيو آهي. "فوائد المعنوي" عربي نثر ۾ آهي. جنهن ۾ تصوف جي موضوعن جهڙوڪ وحدت الوجود، وحدت الشهود، حسن، عشق، ۽ مجاز وغيره جي معنيٰ چٽيل آهي. هن ۾ تصوف جا ١١٨٧ اصطلاح سمجهايا ويا آهن.

بيدل سائين عشق جي باري ۾ چئي ٿو ته:

"عشق بادشاهه آهي جيڪو ٻنهي جهانن تي حڪومت ڪري ٿو"

۽ وري ٻي هنڌ چون ٿا ته:

"سالڪ عاشق آهي ۽ مجذوب معشوق آهي."

۽ وري هيئنءُ چون ٿا ته:

"جيڪو صورت تي عاشق ٿيو ۽ ان جي حقيقت کان آگاهه نه ٿيو اهو بت پرست آهي."

۽ وري ٻي هنڌ چون ٿا ته:

"قيامت ۾ عاشق معشوق جي ڦوڪ سان اٿندا"

بيدل سائين مٿي ڏنل اصطلاحن ۾ عاشق انهن کي چيو آهي جيڪي مجازي عاشق جون حدون ٽپي، عشق حقيقي ۾ داخل ٿي پنهنجو وجود انهي پاڪ هستي ۾ گم ڪري ڇڏين ٿا. جنهن سچي

ڪائنات کي اول کان وٺي آخر تائين هلائڻ جي سگهه رکي آهي. آدم کان وٺي سرور ڪائنات نبي آخر زمان (ﷺ) تائين سڀ نبي رسول ۽ پيغمبر انهي هستي جا عاشق آهن. جيڪا روز جزا واري ڏينهن حق ۽ انصاف ڪندي ۽ خدا اهو معشوق آهي جنهن تي سرور ڪائنات، نبي آخر زمان کان وٺي محمد مهدي امام آخر زمان تائين سڀ عاشق آهن ۽ انهي عاشقي جو وڏي ۾ وڏو امتحان ڪربلا جي ميدان ۾ حضرت امام حسين سيد الشهداءَ ائين ڏنو جو پنهنجي خاندان جي فردن ۽ جان نثارن کي هڪ هنڌ گڏ ڪري سر قربان ڪري ڇڏيا، بيدل، حسين ابن علي عليہ السلام جي واتان ائين چوي ٿو ته:

سالڪو سر ڏيڻ لاءِ سنيري وهو

جيئن پاڻ چون ٿا ته عاشق سالڪ آهن يعني حسيني جان نثار سڀ جو سڀ سالڪ يعني عاشق آهن.

سيئي محب سالڪ آهن ۽ محبوب مجذوب آهي. هت حسين ابن علي عليہ السلام ٿيو سالڪن جو سردار
بيدل سائين وڏيڪ چون ٿا ته:

"معشوق جو عاشقن کي ڇڪڻ وڇوڙو آهي."

وري ٻي هنڌ چون ٿا ته:

"عاشق ۽ معشوق جو ملڻ وصال آهي."

وري ٻي هنڌ چون ٿا ته:

"معشوق جي گفتگو خودي آهي. جيڪو عاشق جي زبان کان ظاهر ٿئي ٿو ۽ نه سندس نفس کان ظاهر ٿئي ٿو."

وري ٻي هنڌ چون ٿا ته:

"عاشق جو روئڻ تجلي جي وچ ۾ پردي پوڻ سبب آهي.

انساني عشق جون مختلف ڪيفيتون ۽ حالتون هونديون آهن.
يٺائي سائين چيو آهي ته:

نڪو ڏينيو ڏيهه ۾، نڪو ڪارو نانگ
سڄڻ جا ٿي سانگ، ته ملڪ مڙيوئي ماڪي.

يعني اي سالڪ! هن دنيا جي جهان ۾ نڪو ايذاءُ نه سک آهي. تون پنهنجي موليٰ جي محبت ۾ مست رهه، جو تنهنجي محبوب توکي هتڙي آندو آهي. اگرچه هي جهان تنهنجي ڪاڻ غير آهي. تڏهن توکي ان تي شڪر ڪرڻ جڳائي. هڪ مشهور قول آهي ته:

انت عبـــدي عـــاشـــق لي وانا عاشق
تون ٻانهو عاشق آهين ۽ مان عاشق تو ڪاڻ.

حديث شريف ۾ آهي ته:

”لک يحبهم و يحبونه“

اوهين مون کي دوست رکو ته دوست مان توهان کي ڪيان.“

قرآن شريف ۾ آهي ته:

”فاذکروني اذ کرکم“

”ياد ڪريو مون کي ته مان ياد ڪريان توهان کي.“

بيدل سائين پنهنجي وقت جو هڪ سچو عاشق صادق صوفي فقير هيو. هن کي هر طرف حق ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه به نظرنه آيو. هر وقت ۽ هر هنڌ پنهنجي محبوب جو چهرو نظر ٿو اچي. هو دنيا جي مذهبن ڪان بلڪل پري نظر ٿو اچي. هو مذهب جي قيد و بند ڪان بلڪل بي نياز آهي.

تڏهن ته پاڻ چيو اٿن:

مذهب واري قيد ڪؤن بيدل
عشق ڪندءِ آزاد

ملان ۽ مفتي هر دور ۾ دينارن عيوض دين جو سودو ڪيو آهي. هر وقت جي بادشاهه پنهنجي درٻار کي ملان ۽ مفتي ذريعي پنهنجي مفادن خاطر موقع سر فتوائون ڏياريائون آهن.

بيدل سائين جي نظر ۾ هندو ۽ مسلمان هڪ مالڪ جا بندا آهن. هن ٻنهي جو خالق هڪڙو آهي. انهي خالق کي هڪڙا رام چون ٿا ٻيا وري الله چون ٿا. هن سيني کي پيدا ڪيو آهي هو روز

اول کان ازل تائين جو مالڪ ۽ خالق اڪبر آهي.
بيدل سائين چوي ٿو ته:

حقيقت ۾ هڪ ٿيو، نوري ۽ ناري،
دين ڪفر آهن ٻئي ڇڻ، هڪ وڻ جي ٽاري،
حاذق هشياري، رکن انهي رمز جي.

ڪالهه به ملان ۽ مفتي جي قلم شر انگيز فتوائون ڏيارائي هڪڙي ئي ملڪ جي رهواسين کي ٻن صفن ۾ ورهائي ڇڏيو. هڪڙن کي پنهنجي وطن مان دربدر ڪرائي ڌرتي ڇڏڻ تي مجبور ڪيو ويو، ته وري ٻي طرف ڪارن انگريزن کي گهرائي باقي بچيل، ڌرتي واسين کي انهن جو غلام ڪيو ويو.
تڏهن ته سچل سرمست چيو آهي ته:

مذهبن ملڪ ۾ ماڻهو منجهايا.

هن دفعي به ملان، شيخ، پير ۽ بزرگ وري به فتني ۽ فساد ڪرائڻ جي ڪوشش ۾ آهن، ته ڪو پيٽر ٻاري فتني جي باهه کي فساد جي ڪانين سان الاءِ ۾ تبديل ڪجي. ۽ کي فتوائون ڏيارائجن. ۽ پاڻ کي اهل علم ۽ ڪتاب ثابت ڪجي. سچل سائين چيو آهي ته:

قاضيان دي ڪاهه ڪتابان.
عشق دي منزل اڳي اڳي.

بيدل جي خيال ۾ مذهبي تعصب کان آجو ۽ آزاد ڪرڻ وارو عشق آهي. جيسين انسان عشق اختيار نه ڪندو، جو سندس خلقت جو باعث آهي. تيسين وحدت جي راهه کان گمراهه رهندو ۽ حقيقت سان هڪ ٿي نه سگهندو.
بيدل سائين عشق کي ئي رهبر، هادي، پير، ۽ پيغمبر سمجهي ٿو. هو وحدت جي راهه ڏيکاريندو، جنهن کي عشق راهه ڏيکاري، تنهن کي ڪو به گمراهه ڪري ڪو نه سگهندو.

جنهون عشق بتاوي راھ،
تنهون کونہ کري گمراھ

بيدل سائين ڪجھ بہ نہ آهي ۽ ڪٿي بہ نظر نہ ايندو. اگر ڪجھ آهي تہ پوءِ مولائي آهي ۽ شاھ نجف ۾ حضرت علي عليہ السلام جي دربار ۾ نظر ايندو.

عشق هر وقت رخ نما هوتا، کب خدا کب وه مصطفيٰ هوتا.
کب وه شير خدا کي صورت مين اوليائون کا پيشوا هوتا.

بيدل سائين ڪجھ بہ نہ آهي ۽ ڪٿي بہ نظر نہ ايندو اگر ڪجھ آهي تہ پوءِ حسيني آهي ۽ ڪربلا معليٰ ۾ حضرت مولا حسين عليہ السلام جي دربار ۾ نظر ايندو.

يا امام العارفين نينهؤن نهار.
شاھ بيدل کي برھ بهرو ڏيار،
سوز سڪ جي سيدا سرڪي پيار،
درد تنهنجو دل سندو درمان ٿيو.

بيدل سائين ڪجھ بہ نہ آهي ۽ ڪٿي بہ نظر نہ ايندو. اگر ڪجھ آهي تہ پوءِ قلندري آهي ۽ سيوهڻ ۾ قلندر ڪبريا جي دربار ۾ نظر ايندو.

قلندر چون محمد رهنما هي- قلندر چون علي مشڪلڪشا هي،
قلندر نور حسن المجتبيٰ هي- قلندر نسل شاھ ڪربلا هي.
ميرا مرشد مڪمل هي قلندر
حسيني حيدر سلطان سرور.

# حضرت فقير بيدل سائين رحه جي هڪ ڪافي جو علمي فقهي جائزو

مولانا عبداللطيف سڪندري

بسم الله الرحمان الرحيم

نحمده و نصلي عليٰ حبيبه الڪريم و عليٰ آله و اصحابه اجمعين.

جناب صدر و خاص مهمان ۽ هن ادبي محفل جو مچ مچائيندڙ جمله سجادگان رتـل پرتل ٻئي ۽ حضرت بيدل سائين جي خانقاه شريف جا پانڌيڙو حاضر محفل اديبو شاعرو بزرگو! السلام عليڪم

هي عاجز ۱۹۷۳ع ۾ خليفه ميان سبحان بخش رحه سان هر هفته ملاقات لاءِ حاضر ٿيندو هو وقت جي تنگي هوندي به عارف بالله حضرت بيدل سائين فقير جي مڪمل تصنيفات جو ديدار به ڪرائيندا هئا ۽ وضاحتون به سمجهائيندا هئا. مون کي اهڙين ڪچهرين سان حضرت بيدل جو مسلڪ معرفت عشق عرفان سمجهڻ جو ڪافي موقعو مليو. انهن ڪچهرين دوران هڪ جسماني پوڙهو شخص پر فقر ۾ فرنو ڪنڌ هيٺ ڪيون وينو هوندو هو جنهن سان مختصر سلام ٿيندو هو. اهو شخص هڪ دفعي پراڻي سکر ۾ درگاه شريف حضرت جئي شاه جيلاني جي زيارت لاءِ ايو ۽ مسجد شريف ۾ اچي مون کي چيائين ته توهان ادا وٽ ايندا آهيو يعني خليفه سبحان بخش وٽ وڏيڪ چيائين ته اهو منهنجو ننڍو ڀاءُ ٿئي. منهنجو نالو ميان حيدر بخش آهي. حضرت بيدل جي سوٽ ميان عبدالله فقير جي اولاد مان وڏو مان آهيان. زماني جي دستور موجب گادي نشين مان هجان

ها پر مان پاڻ دستبردار ٿي ننڍي پاءُ جي سڀ ڪجهہ حوالي ڪيو ھو لائق ۽ پرھيزگار عالم آھي ان ڪري ادا ڀلي خدمت ڪري ان بعد ان درويش صفت ميان حيدر بخش رحہ مسجد شريف ڏي نھاري اشاري سان مون کي ھڪ نقطو سمجھايو شوڪارو ھٽي ٿڌو ساھ کڻي چيائين ھن جديد دور ۾ جيتريون مسجدون سھڻيون ۽ سينگاريل آھن جيڪڏھن اسان جون دليون بہ اھڙيون صاف ھجن تہ ڏاڍو سٺو.

حضرت بيدل جي ڪتابن جي مطالعہ دوران مون ھڪ سنڌي مدح ڪافي نقل ڪئي ھئي جيڪا حضرت محبوب سبحاني قطب رباني غوث صمداني سيدنا عبدالقادر جيلاني رضي اللہ عنہ جي شان عقيدت ۾ حضرت فقير قادر بخش بيدل سائين جي چيل ھئي. ان مدح جا مصرعا سچل سائين جي گھڙولي وانگر مختلف بياض يا فقيراءَ جي سينن ۾ گھٽ وڌ بہ آھن. اھي نقل ڪيل مصرعا مون ڪان وچائجي ويا اچوڪي محفل ۾ ان مدح بابت علمي فقھي جائزو منھنجو موضوع آھي. اھا مدح يا ڪافي ديوان بيدَل رديف واو صفحي ١٣۴ تان نقل ڪئي اٿم. جَسُ ۽ سلام ھجي سيد عبدالحسين شاھ موسوي جي فراخدلي کي جو حضرت بيدل سائين رحہ جو اصل ڪلام ۽ الفاظ صحيح سلامت نقل ڪيا اٿس.

شاھ صاحب روھڙي شريف جي قادري، قريشي، قاضي ۽ ٻين علمي خاندانن وانگر محنتي ۽ ديانتدار شخصيت ۽ سٺو اديب ھو ھر قسم جي خيانتي خيالن کان صاف ھو.

اڄوڪي اديبن ۾ اھڙي وصف گھٽ آھي پر پراڻو ڪتاب ۽ ٻئي جو مواد پنھنجي نالي ڇپائڻ ۾ دير ئي ڪونہ ٿا ڪن.

ان مدح ڪافي جو ھڪ ٿلھ وارو مصرعو ۽ ٻيا پنج مصرعا اٿس ھر مصرعي ۾ ٿي سٽاھ آھن حضرت بيدل جي سنڌي ۽ فارسي لفظن جي پختگي نھايت اعليٰ ڪلام علم عروض وزن وغيره سان ڀرپور آھي موسيقي يا بغير موسيقي پڙھڻ ڳائڻ موجب وڻندڙ ڪلام ڏيڪارجي ٿو. ان ڪافي ۾ حضرت محبوب سبحاني قطب رباني سيد عبدالقادر جيلاني رضي اللہ عنہ جي عقيدت ۾ ڪمال حد ڪري

ڇڏي اٿائين جو حضرت بيدل رحہ حضرت محبوب سبحاني دستگير بادشاهہ حضرت سيد عبدالقادر جيلاني رضي الله عنہ کي پيرن جو پير، ميرن جو مير، ۽ ڪريلن جو هٿ وٺندڙ دستگير، حوض ڪوثر جو ساقي، غوث اعظم وڏو فرياد پهچندڙ بي انتها ڪرامتن جو مالڪ، ناسوت لاهوت جو حاڪم، دانُ ڏيندڙ داتا، عشق معرفت االهي عطا ڪندڙ سڏي ٿو. ديوان بيدل جي ص ٢٨١ تي حضرت بيدل سائين جو هڪ فارسي غزل لکيل آهي ان ۾ پنج تن پاڪ چئن يارن خليفن سڳورن ۽ عشره مبشره ۽ ٻارهن امامن سڳورن جي واضع تعريف بعد فرمائي ٿو:

پس ازده دوائمہ غوث اعظم، بد جميع اولياءَ شهہ انجمن بود
علومِ اولياءَ جزءُ اين علوم است، ڪد بودوند و نہ جان بود نہ تن بود

يعني ٻارهن امامن سڳورن کان پوءِ سيد عبدالقادر جيلاني غوث اعظم رضي الله عنہ سمورن اوليائن سڳورن جي انجمن جو سردار آهي ۽ سمورن اوليائن سڳورن جو فقر فيصل علم وغيره حضرت غوث اعظم رضہ جي علم جو معمولي جزو حصو ٽڪرو آهي پوءِ ان آقا جو اصل علم ڪمال تہ شمار کان بلند بالا آهي ڪا شيءِ نہ هئي تہ بہ غوث اعظم جو فيض ازل ۾ هيو. ان مدح ۾ حضرت بيدل رحہ حضرت غوث اعظم کان مماتي هوندي ڪائنس دعائون ٿو پني ۽ سڏ پڪار بہ ڪري ٿو. علماءَ ظاهر جا ان مسئلي تي پاڻ ۾ ڪافي بحث دليل هليل آهن سيني جا دليل خيالات جائز ناجائز بابت مضبوط آهن پر سيئي علم وارا ان ڳالهہ تي متفق آهن تہ حقيقي مددگار الله تعاليٰ جي ذات بابرڪات کي سمجھ مجازي طرح اولياءَ الله کي الله تعاليٰ جي مدد جو مظهر سمجهي ڪائنن مدد وٺڻ جائز آهي تصوف وارن وٽ ان مدد ۾ حياتي مماتي جو ڪو قيد شرط نہ آهي، رحمتن جو ڏيندڙ الله تعاليٰ جل جلالہ جي ذات پاڪ آهي ۽ تقسيم ڪندڙ حضرت سيدنا محمد ڪريم عليہ الصلواة والسلام آهي ذريعہ ۽ سبب تقسيم عطا علماءَ ۽ اولياءَ الله آهن.

حديث پاڪ ۾آهي تہ اولياءَ الله صدقي محابي طفيل توهان کي رزق ملندو آهي ۽ انهن صدقي برساتون پونديون آهن.

حضرت شاه ولي الله جي پٽ عبدالعزيز رحہ پنهنجي تفسير عزيزي پاره اول ص۱۰ تي ان مسئلي جي هر پهلو تي بحث مڪمل ڪندي آخر فرمايو آهي "و در حقيقت اين نوع استعانت بغير نيست بلڪ استعانت بحضرت حق است لا غير" يعني انبياءَ الله ۽ اولياءَ الله کان مدد وٺڻ در حقيقت غير الله جي مدد نہ آهي بلڪ الله تعاليٰ جي مدد آهي الله تعاليٰ جا پيارا ٻانها رب پاڪ جي مدد جا مظهر آهن.

هاڻي پنهنجي موضوع جي شروعات ڪيان ٿو حضرت بيدل سائين رحہ جي مدح ڪافي جو ٿلھ هن طرح آهي.

پهچ پير پيران ٻُڌي هي ٻاڏاپو،
مريدن تي ميران رکو رحم رايو.

ٿلھ: جي ان مصرعي ۾ حضرت بيدل طرفان چيل لفظ پير پيران فارسي گرامر موجب آهي ۽ صحيح لفظ آهي عام ماڻهو پيران پير چوندا آهن علمي گرامر موجب اهو لفظ صحيح نہ آهي بلڪ بيدل سائين وارو استعمال لفظ پير پيران صحيح لفظ آهي. جنهن جي علمي ترڪيب هن طرح آهي پير مضاف پيران مضاف اليہ فارسي مضاف ۽ مضاف اليہ جي جڏهن سنڌي ۾ معنيٰ ڪندا آهيون تڏهن اُبتي ڪندا آهيون چو تہ سنڌي ۾ مضاف اليہ اڳ ۾ ايندو آهي ۽ مضاف پوءِ ايندو آهي معنيٰ ٿيندي ڪل پيرن جو پير. ان مان حضرت بيدل سائين رحہ جي فارسي علميت جو ڪمال معلوم ٿو ٿئي. ڪن نسخن ۾ ٻُڌيءَ هي ٻاڏايو لکيل آهي پر ٻُڌي هي ٻاڏايو جا لفظ صحيح ٿيندا حضرت بيدل رحہ جي ظاهر حياتي زماني وقت لفظ ٻڌڙو استعمال ٿيندو هو. "مريدن تي ميران رکو رحم رايو." يعني يا غوث اعظم رضہ مريدن تي دعا رحمت جو هٿ مبارڪ رکو مريد معنيٰ صادق يقين سان مراد رکندڙ يعني مرشد جا راه رباني ڏسي ان تي صحيح نموني هلڻ مريد تي فرض آهي اڄ ڪالھ پير مرشد بہ گهڻا مريد

۽ گھڻا وِگوڙ ڏوھ ۽ گھڻا مسلم دنيا لاءِ اھا افسوس ناڪ حالت آھي
ان جو سبب عمل پيروي جي ڪوتاھي آھي.
حضرت غوث اعظم رضہ جو ٻين لقبن سان گڏ مير ميران يعني
ميرن سردارن جو سردار ۽ آھي دراصل ان زماني ۾ علم جا درياھ
عالم مشھور ھوندا ھئا جن جي وڏي ھاڪ ھوندي ھئي انھن کي ۽
علمن جو مير سڏيندا ھئا جيئن بخوبي علم جو برک عالم مير شريف
جُرجاني مشھور آھي ۽ علم نحو جي شروعاتي ڪتاب کي ۽ نحو مير
چئبو آھي ان ڪري حضرت غوث اعظم رضہ کي ميران مير يعني
علمي ميرن جو مير يا قومي سردارن جو سردار ۽ سڏيو ويندو آھي
شاعري اختصار سبب صرف لفظ ميران آساني خاطر استعمال ڪيو
وڃي ٿو. لفظ ميران جي استعمال بابت ھن ڳالھ جو ۽ وڏو احتمال ۽
امڪان آھي جو حضرت غوث اعظم رضہ جي ھڪ سھري بزرگوار
جو نالو مبارڪ مير محمد مسجدي ھيو جيڪو پڻ وڏو ڪامل ولي
الله ھو ان نالي نسبت سبب سندن لقب ميران مشھور ٿيو ھجي. ۽ ان
لفظ ميران سان حضرت سلطان العاشقين شاھ عبداللطيف ڀٽائي رحہ
۽ حضرت دستگير بادشاھ رضہ کي پڪاريو آھي جيئن ميران مرشد
منھنجا جيلاني جناب ميران شاھ مدد ڪر دانھن سُٽي دادي، آھين
عبداللطيف جو حسني تون ھادي، بادشاھ بغدادي، ڪر ڪاماڻ مريدن
تي. (ڏسو رسالو شاھ عبداللطيف ڀٽائي سر ڏناسري) افسوس جو
روھڙي شھر جي اھم گيٽ حضرت حاجنا شاھ حضوري ڀرسان
حضرت شاھ ڀٽائي جا ۽ ئي بيت ابتا ھيٺ مٿي مصرعن سان غلط
لکيا ويا آھن انھن کي صحيح لکرائي سنڌي ٻولي جي نمڪ مان
مصري ٿاھيون ته ڏاڍو سٺو.

مصرعو ڦھريون:

سدا ساھ منھنجو اوھان کي سنياري،
ھميشہ ھيئون ٿو توڏي نھاري يا نيھئون نھاري
ڪريو دستگيري ڪئون ھستي ڇڏايو.

يعني يا مرشد پاڪ منهنجي دل ساهہ توهان کي هميشہ ياد رکي ٿي ۽ اسان جي دل توهان جي ظاهري ديدار جي منتظر آهي مدد ڪري هستي هوڏ تڪبر ندوري نفس شيطان جي چڪرن مڪرن کان ڇڏايو. ان ۾ تصور شيخ پڇاڻ ۽ مرشد جي محبت اڪير اداس ۾ رهڻ جو سبق آهي مرشد پاڪ جي در تان صرف اهو عرض گهرجي دنيا دورنگي جي ڦندل کان بچايو اهو فقيري جو اهم ڏاڪو آهي نفس تي ڪنٽرول سان وصال الاهي نصيب ٿيندو آهي.

**مصرعو ٻيو**

**تون آهين ملڪ موليٰ سندو شاهہ سرور،**<br>**تون سيد سچو نور ساقي ڪوثر،**<br>**جذب جوش جو جام پرتئون پلايو.**

يعني يا غوث اعظم سيد عبدالقادر جيلاني رضہ تون رب پاڪ جي بادشاهي جو سردار آهين ڪن نسخن ۾ هي لفظ آهي "تون آهين ملڪ معنيٰ سندو شاهہ سرور" يعني تون حقيقت واري يا ڳجهہ واري روحاني جهان جو بادشاهہ آهين تون سچو نجيب الطرفين سيد آهي، نور آهين ۽ ڪوثر جو ساقي آهين ڪوثر مان حوض ڪوثر مراد آهين ۽ ڪوثر مان مراد ڀلي راهہ، ڀلي علم، ڀلي فيض بہ مراد آهي يعني ڏلن کي ڪرامت ڀلو ڪنڌ چورن مان ساڌ ڏڪنڌ آهين رب پاڪ جي عشق معرفت ذڪر الاهي جو پيالو پيار شفقت قرب سان عطا ڪري پيالو پياريو.

**مصرعو ٽيون:**

**اوهان جي آهہ ناسوت ۾ نامداري،**<br>**تنهنجو حڪم ملڪوت جبروت جاري،**<br>**سندم روح لاهوت جي رنگ رچايو ......**

ناسوت ملڪوت جبروت تصوف ۾ انساني ذات ملائڪن جي جنس کي چئبو آهي يعني يا غوث اعظم الله تعاليٰ توکي ايڏو مرتبو

عطا ڪيو آهي جو سيني تي تنهنجو حڪم هلي ٿو مون سان ٻ مهرباني ڪيو لاهوت واري ملڪ ۾ پهچائي انتهائي روحانيت واري رنگ ۾ رڇايو.

ٻين سنڌي عارفن ۾ اهڙيون آزيون ڪيون آهن جيئن ڪامل ولي الله حضرت مخدوم محمد اسماعيل رحه پريالوءَ واري حضرت سيد عبدالقادر جيلاني رضه جي عقيدت ۾ تيهه اکري مدح چئي آهي ۽ تي مصرعا لکجن ٿا.

١- طاقت جي تون توفيق ڏي، پنجتن پاڪ رفيق ڏي، چار ئي يار شفيق ڏي،
يا غوث محي الدين جيلاني

٢- عبدالقادر ميڏا پير آن، وچ جڳ دي بدر منير آن، درمانديان توهه دستگير آن
يا غوث محي الدين جيلاني

٣- هُڻ سُڻ سڏڙا ضرور دا، ڪر ڪو لئون پنڌڙا دور دا، مين رُتبا لهان حضور دا.
يا غوث محي الدين جيلاني

٤- ياري ڪر پهچاءِ تون، ميڪون دامن هيٺ ڇپاءَ تون، ميڪون ڪلمان صحيح سڪاءَ تون
يا غوث محي الدين جيلاني

٥- محمد اسماعيل اثيم ڪون، گهن ٻانهن ميٺ مهيم ڪون، اچ ملي سوءِ رسول ڪريم ڪون.
يا غوث محي الدين جيلاني

**مصرعه چوٿون:**

**تون آهين غوث اعظم قوي پير قادر،**
**توهون نت ٿين سهسين ڪرامات صادر،**
**هيءَ ٻه قطرو درياهه ٻيان نيئي ملايو.**

ان مصرعي ۾ حضرت بيدل سائين حضرت سيد عبدالقادر جيلاني رضه جا ٿي اوصاف بيان ٿو ڪري هڪ توهان غوث اعظم آهيو يعني وڏا فرياد پهچندڙ ٻيو مضبوط پير عبدالقادر جو تنهنجا مخالف توکي ڪو نقصان نه پهچائي سگهندا بلڪ اهي ذليل خوار هوندا ٽيون توهان کان هميشه بي انتها ڪرامتون قيامت تائين ظاهر ٿينديون رهنديون.

ٻين بزرگن ۾ انهن لقبن سان ڪين ياد ڪيو آهي حضرت مخدوم محمد اسماعيل جمعن جي خطبن ۾ هي لفظ ۾ پڙهندا هئا.

غوث سراج اولياءَ قطب المعارف اصفيا سرم بصاءَ اتقياءَ

بغداد او نگر يعني حضرت سيد عبدالقادر جيلاني رضہ غوث آهي اوليائن جو ڏيئو آهي عارفن صوفين جا قطب آهن بغداد شريف ۾ سندن درگاهه مبارڪ آهي. هم غوث عبدالقادر است، در هر ڪرامت نادر است، ارض و سماهم ظاهر است مشهور چون شمس و قمر، يعني حضرت غوث اعظم سيد عبدالقادر جيلاني رضہ نادري ڪرامتن جو صاحب آهي سندن ڪرامتون زمين آسمانن تي ظاهر آهن سج چنډ وانگر مشهور آهن.

حضرت پير سيد محمد راشد روضي ڌڻي رحہ جي مريد ۽ خليفہ نبي بخش لغاري وفات ١٢٨٠هہ ۾ راڳي نموني عقيدت جو اظهار ڪيو آهي.

قدم ڪامل پير جو سڀ تي آهي سوار،
آهي اُپ زمين ۾ سندي پرين پچار،
جي آياسي اگهيا هُتِ ويندي جي وار،
هدايت هزار حاصل ڪري هليا.

حضرت بيدل سائين جي هم سبقي ڪلاس فيلو حضرت پير سائين علي گوهر شاهه اول اصغر بادشاهه فرمايو آهي

يا قطب عالم ڪرمدد، وهلو مريد سان اچي،
جنهن کي تنهنجو آ آسرو، ويا سيئي رنگ ۾.

حضرت سچل سرمست رحہ پنهنجي ڪتاب بحر طويل فارسي ۾ حضرت غوث اعظم رضہ جي عقيدت ۾ انتها ڪري سيئي فقه سڏا ڪري چڏيا آهن فرمائين ٿا.

شاهه عبدالقادر است اولاد شه حسن و حسين،
از آ مرآن و از امام اعظم بصد اعتبار باش
چون شه جيلان اڪمل درجهان پيدا شده،

تاحياتي دين گرفت از محي الدين ايثار باش
شمس محي الدين چوكرده طلوع برزمين،
اُسوده كفران آنز مان گم گشت شمس انوار باش
بر سرهر اوليا از اولين تا آخرين،
قدمِ اوتا ابد ماهر ازين مقدار باش
بر سرش اقدام محمد مصطفيٰ مدني شده،
خان او اعليٰ خدا كرده تو خبردار باش
بادشاهي هرسہ عالم داد او راحق نبي،
نور علي حسنين خاتون زوتو منصب دار باش

**مدح جو مصرع پنجون:**

**منگي دان بيدل برهہ جو بيكاري،**
**سدا جوش جولان توحيد طاري**
**الله لڳ پلا پال تنهن كي پلايو.......**

ان بيت ۾ حضرت بيدل حضرت غوث اعظم رضہ جي بارگاهہ مان خدا كارڻ گهري ٿو مان روحاني فيض برهہ جو طالبو آهيان اهو عطا ٿئي، ۽ هر وقت توحيد معرفت الاهي جو ذكر فكر جاري رهي. الله كارڻ دنيا ۾ بہ دين ايمان جي سلامتي وارو پلو پاڳ عطا فرمايو.

ٻين سنڌي شاعرن بہ اهڙيون آهون كيون آهن. غلام حيدر فقير گودڙيہ جي مشهور مدح جو پهريون مصرعو لكجي ٿو.

اول حمد الله كهان ذوالجلال، مدد كر تون ميران سُڻي من سوال سوالي جا سيد كيو كم بحال، نوازين تون ناقص توڙي بد افعال پُِس پيش تنهنجي تو قدرت كمال، مدد كر محي الدين دليئون دستگير

فدائي فقير:

ملك جن ماٿهو سيئي پيا كن صدا ٻانهو ٻڌي
١- در مٿي تنهنجي گداگر ٿي تونگر ۽ امير،

مشڪل منهنجي آسان ڪر يا غوث اعظم دستگير
سٽي سڪايل جون صدائون ڏيو سولي ڪا سڌير
٢- اي سخي سادات تنهنجو، ڪل مجيو آهي قدم
تو سندي ديدار جي آ اوليائن ڪي اُڪير
٣- پاند پائي عيب عاصي پين پارس پيو اچي،
صاف سينو ٿئي سندم ۽ نفس ناقص ٿئي اسير.
٤- هي فدائي فضل تنهنجي ۾ سدا اميدوار،
در مٿي دلدار تنهنجي هي فريادي آ فقير.

حضرت بيدل سائين جو پانڌيڙو غمدل فقير عقيدت ۾ ڪمال ڪري ڏيکاريو آهي.

بيڪسن جو پرجهلو آن، عاجزن جو دستگير،
تون سچو محبوب رب جو، وارث ولهن جو دستگير
١- تون سخي داتا دلاور بانورو بغداد ۾،
هر دم وسين ٿو ويجهڙو، حامي سندي فرياد ۾
دفترِ ديوان تون، ڪل ڪاملن جو دستگير.
٢- دم پدم تنهنجو قدم، ملڪ و فلڪ افلاڪ تي،
پارس اسان جو پيرتون، عرش و زمين لولاڪ تي
ڪافي نظر تو ڪئي ميان، گلشن گلن جو دستگير....
٣- شب و روز منهنجي هي صدا، سُڻ سيدا نام خدا
تنهنجي ذوق ۾ زاريون ڪري، غمدل گدا تو در فدا،
معلوم ٿي مذڪور سارو مالڪ دلين جو دستگير.
بيڪسن جو پرجهلو آن عاجزن جو دستگير.

آخر ۾ اهم نڪتہ مثبت مدح آهي مخالفت ڏي ڪو اشارو نہ آهي. حضرت بيدل محبت ۾ محو هو.

# بيدل جي شاعري ۾ قرآني آيتون

ڊاڪٽر عبدالوحيد انڙ

فقير عبدالقادر المعروف بقادر بخش بيدل صاحب شريعت، صاحب طريقت، ظاهري ۽ باطني علوم جو جنهن ۾ قرآن مجيد، حديث رسول ﷺ ۽ فقه وغيره جو وڏو عالم هو. ڇو ته طريقت جي اعليٰ منصب تي فائز ٿيڻ، باطني ۽ روحاني منزل تي پهچڻ لاءِ شريعت جو علم ضروري آهي.

بيدل سائين جي تصنيفات جي مطالعي ڪرڻ سان سندس علمي ڪمال يعني قرآن مجيد، حديث رسول، تصوف وغيره جي علمن جي چڱيءَ ريت آگاهي ٿئي ٿي. آءُ ڪوشش ڪري سندس سنڌي ڪلام ۾ آندل قرآني آيتون، حديثون، علماءُ تصوف جا اقوال، حوالن (references) سميت سهيڙي سندس علمي ڪمال کي سالڪن، طالبن ۽ علمي اُڃ رکندڙن لاءِ آسان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم. ديوان بيدل جيڪو سنڌي ۽ سرائڪي شاعري تي مشتمل آهي جنهن جو مرتب مرحوم عبدالحسين شاه موسوي آهي شائع ڪندڙ سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد ۽ سال اشاعت ۱۹۵۴ع زير نظر آهي.

ائين ڪٿي چئجي ته وڌاءُ نه ٿيندو ته بيدل سائين جي شاعري قرآني آيتن جو عڪس آهي. ان جي تصديق ايندڙ صفحن تي نروار ٿيندي جنهن جي ترتيب هن ريت هوندي جو پهريون بيدل سائين جو اهو بيت جنهن ۾ قرآن ڪريم جي آيت آيل آهي ان جي مختصر تشريح جنهن ۾ ما قبل ۽ ما بعد جو ربط ان کان پوءِ آيه جو سيپارو- سورة ۽ آيه نمبر

۽ ان جو ترجمو.

ديوان بيدل جي صفحي نمبر ٧٧ تي بيدل سائين الله تبارڪ وتعاليٰ جي هر جاءِ تي حاضر ناظر هجڻ جو سالڪ کي سبق ڏيندي فرمائي ٿو:

علوم مذاهب دي سٽ، سبق سلوڪ دا پڙهنا
جتهان ڪتهان رانجهن وسندا ڪامل ويسه ڪرنا
**و هو معكم اينما كنتم والله بما تعملون بصيره**
هڪو حرف پڪڙنا مول نہ مڙنا

(سيپارو ٢٧- سورة الحديد آيه ۴)

يعني: اهو الله اوهان سان جتي بہ هجو گڏ آهي ۽ جيڪو ڪيو ٿا ان کي ڏسي ٿو. فقير سائين فرمائي ٿو تہ ان ڳالھ جو پڪو عقيدو ۽ ويساھ رکُ ان کان مور نہ پوئتي مُڙُ.

صفحي ٧٩: الله تعاليٰ انسانن کي تمام ويجهو آهي تنهن ڪري پنهنجو تعلق ان سان قائم رکجي ۽ ان کي التجائون ڪجن.

هوتُ تنهنجي هنجَ ۾ پُڇين ڪوهُ پرياڻ
**ونحن اقرب عليہ من حبل الوريد**، تنهنجو توهي ساڻ

يعني: اسان توهان کي توهان جي ساھ جي رڳن کان بہ وڌيڪ ويجها آهيون . سيپارو ٢٦ سرة قٓ آيتہ ١٦

مٿين بيتن جي وڌيڪ تشريح صفحي ٩٣ تي هن ريت ٿئي ٿي.

تفڪر ڪيجي وجي لهين سار اندر دي
هڪو هوڪي هڪو ڳولين چوڙين خيال د گردي
**فاينما تولوا فثم وجة الله** هي هر وچہ صورت هردي.

يعني: جنهن جاءِ تي هوندؤ الله کي لهندؤ. يا جاڏي بہ منهن ڪندو الله کي لهندؤ. سيپارو٢ سورة البقرة آيه ١١٥

وحدت الوجود ۽ هيڪڙائي جي تعليم ڏيندي ”وحدت نامه“ جي بيت ٢٢ صفحي ١٠٣ تي فقير سائين فرمائي ٿو:

اونهي هن اسرار جي جن کي پيئي ڏاهہ
لهمر البشريٰ في الحيٰوة الدنيا وفي ال آخرةهتِ هُتُ صحت ساهہ

ڪاڏي ڪرن ڪاهہ مڙو ئي مشاهدو: سيپارو ١١- سورة يونس آيتہ ٦۴.

يعني جن الله تعاليٰ جي وحدت الوجود جي اونهي اسرار ۾ غور ۽ فڪر ڪيو تن کي دنيا ۽ آخرت ۾ خوشخبري آهي ۽ اها وڏي ڪاميابي آهي. ديوان جي وحدت نامہ جي بيت ٣١ صفحي ١٠۴ تي بيدل سائين وحدت الوجود جي حقيقت کي نروار ڪندي فرمائي ٿو:

اچي ڏيو اثبات ۾ ڪاپڙين قرار
هو الا ولآخر والظاهر والباطن
سدابرهہ بهار جاڏي ڪن نهارہ تاڏي وستي ويجهڙي

يعني: الله تعاليٰ جي ذات اول کان وٺي آخر تائين ظاهر ۾ ۽ باطن ۾ موجود آهي: (سيپارو ٢٧ سورة احديد آيتہ ٣)

بيت ٣۴ صفحو ١٠٥ وحدت نامو: بيدل سائين انهن بندن جو بيان فرمائي ٿو جن پنهنجي پاڻهار کي راضي ڪيو انهن کي دنيا ۾ دک درد دور ٿي آخرت ۾ ديدار خداوندي نصيب ٿئي ٿو:

اچي ٿي اثبات ۾ہ آديسن اوطاقہ
وجوه يومئذ نا ضرة الى ربها ناظرة پلپل پسن پاڪ
بيراڳي بيباڪ عنصر کون آزاد ٿيا.

يعني: ڪيترا چهرا قيامت جي ڏينهن ديدار خداوندي ۾ چمڪندڙ هوندا. (سيپارو ٢٩ سورة القيامه آيتہ ٣٢. ٣٣)

ڇو تہ جنت ۾ سيني نعمتن ۾ اعليٰ نعمت رضا ۽ ديدار خداوندي آهي.

فقير صاحب انهن خوش نصيب خدائي بندن جي سڃاڻ وحدت نامہ جي بيت ۴٢ جيڪو صفحي ١٠۴ تي مطبوع هن ريت ڪرائي ٿو.

راحت رسي روح کي ان جي پسي جُوءِ
**تعرف في وجوههم نضرة النعيم** سندن روشن روءِ
خاصن جي خوشبوءِ، مون من مستان ڪيو

يعني رب جي رضا ۽ جنت جي نعمتن جي ڪري چهرا چمڪندڙ هوندا. (سيپارو ۳۰ سورة المطففين آيت ۲۴) ان خوشي ۽ راحت جو سبب بيان ڪندي فقير بيدل سائين ساڳي صفحي تي بيت ۴۴ ۾ هن ريت فرمائي ٿو:

راحت رسي روح کي، سٽي ڳالھ سندين
**فرحين بما آتاهم الله من فضله** جمعيت ۾ جالن
ڪين اٿن ڪين همه کي حق چون جي

يعني خوش آهن ان تي جيڪو الله تعاليٰ ڪين پنهنجي فضل سان عنايت ڪيو آهي. (سيپارو ۴ سورة العمران آيه ۱۷۰)

بيدل سائين وحدت الوجود ۽ همہ اوست جو نظريو قرآن ڪريم جي تعليمات جي روشني ۾ مذڪوره بالا صفحي جي بيت ۴۶، ۴۷ ۽ ۴۹ ۾ غافل کي آگاھ ڪيو آهي.

(۴٦) هو ڪو همه اوست جو، سُٽج ساڻ يقين
**اينما تولوا فثم وجة الله** حق ريءَ آهي ڪين،
فرق ڪفر ۽ دين بيشڪ بهانو اُنهين.

يعني جنهن پاسي منهن ڦيريندؤ پوءِ الله جي ذات کي لهندؤ، (سيپارو ۲ ـ سورة البقره آيه ۱۱۵)

(۴۷) هو ڪو همه اوست جو سُٽج ڏيان ڏري
**اَلآ انّہ بکل شيءِ محيط** پرين نہ آهي پري
ٿو سهين ويس ڪري، سيوهي آهي سپرين.

يعني خبردار بيشڪ الله هر شيءِ کي احاطو ڪندڙ آهي ڪابہ ان جي علم کان ٻاهر نہ آهي سيپارو ۲۵ سورة قم السجدع آيه ۴۵

(۴۹) هو ڪو همہ اوست جو سٽي رکہ ويساهُ
وهوالله في السموات والارض، هر جا آپ الله
اُوهو شهنشاه، اولي عبديت جي

يعني: الله جي ذات واحد الوجود آهي ان جو يقين رک ۽ اهو الله آسمانن ۽ زمين جو مالڪ آهي هر جاءِ تي حاضر ناظر آهي عبديت جو لائق بہ اهو آهي.

ديوان بيدل جي بيت ٥٦ باب وحدت نامي ۾ بيدل سائين وحدت الوجود جي نظرئي جي تصديق ۽ تائيد قرآن ڪريم جي آيتہ سان تطبيق ڏئي هن طرح واضع فرمائي ٿو.

همہ ڪي هڪ ڄاڻ تون، تنهن ۾ شڪ نہ ڄاڻ
ذالڪ الڪتاب لا ريب فيہ هر جا حق سڃاڻ
جاڏي ڪاڏي ڄاڻ، موجودي محبوب جي

يعني. جهڙي ريت قرآن مجيد ۾ ڪو بہ شڪ شبهو نہ آهي اهڙيءَ ريت انهيءَ جي نازل ڪندڙ جي وحدت الوجود ۾ بہ ڪو شڪ نہ آهي. (سيپارو ١ــ البقره آيتہ ٢)

وحدت نامي جي بيت ٧٢ ۾ شهادت ۽ شهداءَ ڪرام جو شان بيان ڪندي بيدل سائين فرمائي ٿو.

مرٽئون اڳي جي مرين، تہ مئو چوندؤ ڪين،
ولا تقولوالمن يقتل في سبيل الله امواتاً سڄ ساڻ يقين

يعني: ۽ نہ چؤ انهن کي مئل جيڪي الله جي راهہ ۾ شهيد ٿيا ( بلڪ اهي زنده آهن) (سيپارو ٢ـ سورة البقره آيتہ ١٥۴)

وحدت نامہ جي بيت ٧٨ ۾ حضرت بيدل سائين مرد مؤمن ۽ حقيقي انسان جي تعريف ڪندي فرمائي ٿو تہ:

مردنہ مرن ڪڏهين، ديهي هو ء نہ هو ء
فسبحان الذي بيده ملڪوت ڪل شيءِ جو چاهي ٿئي سوءِ
جو ديهي ڪون هٿ ڏوءِ لڪين ديهون ان جون

يعني: پوءِ الله جي ذات پاڪ آهي جنهن جي هٿ ۾ بادشاهي آهي هر شئي جي (سيپارو ٢٣ سورة ياسين آيت ٨٣)

ان بيت ۾ بيدل سائين انساني روح جي فنا جي نفي ڪري ٿو ڇو ته روح عالم ارواح ۾ تخليق ڪان پوءِ ابدي آهي رڳو روپ ۽ عالم بدلبا رهن ٿا. انهن سيني عالمن (جهانن) جو مالڪ الله آهي پوءِ پل انسان عالم ارواح ۾ هجي يا عالم بطن يا عالم دنيا يا عالم برزخ يا عالم آخرت ۾ انسان ته اهو ئي آهي. باقي ڪجھ شيون هت آهن هُت آخرت ۾ نه هونديون انهن جي تصديق قرآن ڪريم هن طرح فرمائي ٿو.

**يمحوالله ما يشاءُ ويثبت وعنده أمر الكتاب**

يعني: مٽائيندو الله تعاليٰ جنهن کي چاهيندو ۽ ثابت رکندو جنهن کي چاهيندو ۽ ان وٽ آهي اصل ڪتاب. بيدل سائين ديوان بيدل جي فرائض صوفيہ جي باب ۾ جيڪي بيت ڏنا اٿس انهن ۾ اڪثر لا يعني پنهنجي ذات جي نفي ڪري جهاد بالنفس ۽ الا الله جي اثبات ڪرڻ جي تلقين ٿيل آهي. ڇو ته تصوف جو اعليٰ مقام ان ريت ئي ملي سگهي ٿو.

بيت (١٢)

لاجو ڪينهون هٿ ڪري، جهيڙج جسم ساڻ
**فضل الله المجاهدين علي القاعدين پرزا ڪجاڻءِ پاڻ**

يعني: الله تعاليٰ فضيلت ۽ رتبو رکيو آهي مجاهدن جو غير مجاهدن جي مٿان. (سيپارو ٥ سورة نساءِ آيت ٩٥)

بيت (١٩) ۾ بيدل سائين الا الله جي اثبات تي مضبوطي سان رهڻ لاءِ تن من جي بازي هڻڻ جي تلقين ڪري هڪ الله وارو مثال بيان ڪري ٿو.

الا الله اثبات ڪر، جيئن ڪيو حلاج
**لا اله الاّ انا فاعبدون** هي حلاجي هاج
ماٿي توَن معراج، جي پاڻ پروڙين پانهنجو

يعني الله کان سواءِ ڪو ٻيو معبود نہ آهي پوءِ عبادت بہ ان جي ڪجي (ٻئي جي عبادت نہ ڪجي ان ۾ جان هلي وڃي ڀلي هلي وڃي ڇو تہ ان موت ۾ معراج آهي. جيئن منصور حلاج کي معراج موت ۾ مليو) سيپارو ١٧- سورة نساءِ آيتہ ٢٥.

بيدل سائين جي ديوان بيدل جي ابيات سنڌي جي باب ۾ بيت ١٥ ۾ طالب ۽ سالڪ کي پنهنجي مطلوب ۽ محبوب کي تلاش ڪرڻ لاءِ هن ريت تلقين ڪئي آهي.

پنهون ناهي پري ويجهو وسي سپرين
**ونحن اقرب اليہ من حبل الوريد** غافل تو ڳري
جي ڪو ڏيان ڌري تہ ڪو هيارو قريب آهہ

يعنيٰ: اسان توهان کي توهان جي ساهہ جي رڳ کان بہ وڌيڪ ويجها آهيون ( سيپارو ٢٦ سورة قآ آيتہ ١٦)

جڏهن الله تعاليٰ جي ذات ايڏي ويجهي آهي تہ پوءِ ٻين گمراهن جو ساٿ ڇو اختيار ڪيو اٿئي انهن جو تہ هي حال آهي
بيت (١٦) ابيات سنڌي.

پيريءَ جي پري ڪيا، مرشديءَ مردود،
**فما ربحت تجارتهم**، سُجن ڪونهي سُود
مُنا ٿيا معبود، عاري عبادت کون.

يعني: جن رب جي راهہ ڇڏي ٻين جي راهہ اختيار ڪيائون تہ انهن کي اهو عمل (واپار) نہ نفعو ڏيندو نہ راهہ راست. (سيپارو ١ سورة البقره آيتہ ١٦)

بيت (١٩) ابيات سنڌي ۾ انهن ماڻهن جي واکاڻ ٿيل آهي جن نئين واٽ ورتي وحدت جي واٽ تي رهيا جهنم کان بچي جنت ۾ داخل ٿي وڏي ڪاميابي ماڻيائون.

واکيا جي وحدت سين ، ڇيهون ڇُتا سي
**فمن زحزح عن النار وادخل الجنة** حاصل جنين هي،
رهيو تنين کي، طهورا تحقيق جو

يعني: جيڪو ماڻهو جهنم کان پري ڪري جنت ۾ داخل ڪيو ويو پوءِ اهو ڪامياب ٿيو. (سيپارو ۴ سورة العمران آيت ١٨٥)

هاڻي ايندڙ بيت ۾ فقير محشر جي ميدان ۾ جڏهن انسان نفسا نفسي جي عالم ۾ پياسا ۽ پريشان هوندا ته الله تعاليٰ پنهنجن پيارن ٻانهن کي حوض ڪوثر مان حضور ﷺ جن هٿان شرابا" طهورا پياريندو جو ڪين وري پياس نه لڳندي.

ابيات سنڌي جو بيت (٢٠) ان جي منظر ڪشي هن ريت ڪري ٿو.

طهورا تحقيق جو جنين پيتو جال
**وسقاهم ربهم شراباً طهورا** نانگا ٿيا نهال
حاصل ڪري حال، قالئون ڇُڪا ڪا پڙي

يعني: پياريو انهن کي پنهنجي پالڻهار شراب پاڪ (جيڪو نشي ۽ بدحواسي کان پاڪ هوندو) (سيپارو ٢٩ سورة دهر- آيته ٢١)

ابيات سنڌي جي بيت (٢٢) ۾ بيدل سائين جنتين جون صفتون بيان فرمائي ٿو.

قال نه وٺي ڪا پڙين حال اٿن همدم،
**ان الذين قالوا ربنا الله ثم استقاموا**- اهو سندن ڪم
**لاخوف عليهم ولا هم يحزنون** غازين ڪونهي غم
ڪاپڙين قدم، ڪنيو پورب پار ڏي.

يعني: جن ماڻهن چيو ته اسانجو پالڻهار الله ئي آهي پوءِ ان قول کي استقامت سان رهيا ته انهن کي نه پنهنجو خوف هوندو نه ڪو غم. (سيپارو ٢۴ سورة قم السجده ايته ٣٠)

آخر ۾ آءُ بيدل سائين جو اهو بيت بيان ڪيان ٿو جنهن ۾ پنهنجي پالڻهار پنهنجن پڪن، سچن، صوفين ۽ عاشقن کي هن دنيا جي امتحان ۾ پاس ٿيندڙن کي آخرت ڏانهن اچڻ جو سڏ ڏئي اجر عظيم عطا ڪري ٿو،

ابيات سنڌي جو بيت (٢٤)

موسم تـي ميلاپ جي اُتـا محبت مينهن،
ارجعي الیٰ ربک راضية نرتون اُتـو نيهن
ڳذريا ڏکيا ڏينهن وائي تـي وصال جي

يعني: موت تون پنهنجي رب ڏي راضي ٿي: (سيپارو ٣٠ سورة الفجر آيتہ ٢٨ـ ٢٩)

وآخردعوانا ان الحمد لله رب العالمين

# بيدل ۽ فرقه پرستي

شمس صابر

سنڌ صوفين ۽ سرويچن جي سرزمين پئي رهي آهي، جتي حق ۽ سچ جا عملبردار پيدا ٿيندا پئي رهيا آهن. جن عقل جي اندن ۽ پتڪيل انسانن جي رهنمائي ڪري انهن کي سئين (سڌي) واٽ ڏيکاري آهي، فقير قادر بخش بيدل روهڙائي جو شمار به اهڙن ئي اعليٰ ۽ ارفع انسانن ۾ ٿئي ٿو. بيدل پنهنجي دور جو هڪ وڏو عالم ۽ اڪابر هجڻ کان علاوه وڏو نثرنويس (٢٣ ڪتابن جو سرجيندڙ) ۽ شاعر به هو. سنڌي سرائيڪي، اردو، عربي، فارسي ۽ هنديءَ ۾ هن گهڻو ئي لکيو آهي. شاعريءَ ۾ بيدل، طالب، عبدالقادر، قادر ۽ قادر بخش تخلص طور ڪم آندا اٿائين.

فقير قادر بخش بيدل مذهبي ڪٽرپڻي جي بنهه خلاف هو. هندو ۽ مسلمان کي مؤلا جو مظهر ڄاڻي محبت جو پرچارڪ رهيو.

مذهب جو مونجهارو ڇڏي،
ذاتي ڪنهن ڏي ڪاهَ ڪر،
شيعي سُني ڪئون پيچ پري،
رَخ رمز واري راهه ڪر.

هو انسان کي دين ۽ ڌرم جي ڌار ڌار ٽولن ۾ ورهائڻ جو قائل ڪونهي. ڪاري ۽ گوري، عرب ۽ عجم توڙي حسب ۽ نسب کي فوقيت ڏيڻ بجاءِ سيني کي آدم جو اولاد ڄاڻي سيني کي هڪ

سمجهي ٿو:

حقيقت ۾ هڪ ٿيو، ڪفر ۽ ايمان،
مظهر مولا پاڪ جو، هندو مسلمان،
تارا ڪيا تالان، سورج سندي سوجهري.

سندس نگاھ ۾ سيني جو خلقيندڙ اَڪيلو الله آهي، ته پوءِ هي ڪلفتون ۽ ڪدورتون ڇو؟ نفرتون ۽ ويڇا ڇا لاءِ؟ هيءَ ذلت، ڏڪار ۽ ٻٽا معيار ڪنهن لاءِ!! خالق ته انسان کي محبت لاءِ خلقيو هو، پوءِ هتي مذهب ۽ فرقہ پرستي کي بنياد بڻائي انسان جي انسان کان بيزاري ڇو؟ صوفين جي عقيدي مطابق هر انسان ۾ خدا وسي ٿو. اهڙيءَ صورت ۾ انسان کان نفرت، تعصب ۽ تنگ نظري مالڪ حقيقيءَ جي ذات کان نفرت ۽ دوريءَ جي مُترارف ٿئي ٿي.

ڪافر کي ڪافر چوڻ لاءِ منَع ٿيل آهي، حتاڪ ڪنهن جي ڪوڙي خدا کي ڪوڙو ڪوٺڻ جي اجازت ڪانهي ته، پوءِ هتي هڪ ڏُر ٻيءَ ڏر کي ۽ ٻي جماعت اڳئين جماعت کي ڪافر هجڻ جي فتويٰ ڪيئن ٿي ڏئي. ڪيس اهڙو اختيار آخر ڪنهن ڏنو آهي. بيدل فقير چيو ته:

ڪي تا سُني پاڻ سَڏائن،
ڪي تا شيعا پاڪ ڪوٺائن،
ڳيت همہ جو عاشق ڳائن،
عشق جو اعليٰ آ اسرار.

انسان کي ان تنگ نظري ۽ پستيءَ مان عشق کي اعليٰ مقام ۽ مرتبو ڏياري ٿو. ڪنز قدوري ۽ فقہ ۽ ڦند کان آزاد ڪري ٿو. نفرت کان نفرت سيکاري ٿو. ڪلف ۽ ڪدورت سبب ڪنهن کي نيچو نٽو نوائي، بلڪ هر صورت ۾ خدائي جلوو پسي ٿو.

عشق جو ڏِسُ اسرارُ،
سَڀُ صورت ۾ يارُ سَمايو.

صوفين دين ۽ دنيا کان وڌيڪ عشق کي الاهي انعام سمجهي قبول ڪيو آهي. بيدل سائين عشق جي عطا ٿيڻ تي پاڻ کي دنيا جو خوشنصيب سمجهندي، قادر جا ڪَرم مڃيندي شڪرانا ٿو ڪري، بقول سندس ته:

عشق عطا ڪيائون توکي،
بيدل ڪــــــر شڪرانا.

عشق، درحقيقت محبت جو مٿانهون مقام آهي، جيڪو ڀيائي کي ڀوڙڻ بغير حاصل ٿي نٿو سگهي ۽ نه وري ڪتابي علم ۽ عقل وچائڻ جي، عشق جي اعليٰ منزل ماڻي سگهي ٿي. محبت انسان ته ڇا، پر حيوان کي به هڪ ٻئي جي قريب آڻي ٿي، دشمن کي دوست ۽ پرائي کي پنهنجو بڻائي ٿي. انسان سان محبت الله جي رضا جو ذريعو اهي.

محبت وارن ساڻ آ، سائي
وانگي ساهُ پساهُ.

يا وري هيئن چئي وينو ته:

عشق دي ڀاجهون بيدل
جگ وِچ جيوڻ محض اجايا.

هو هندو مسلم ايڪتا جو حامي ٿو نظر اچي. مذهب جي جهڳڙي ۾ پوڻ کان روڪي وحدت جي راه وٺڻ جو درس ڏئي ٿو. فرقه پرستي اختيار ڪرڻ کي سولو سمجهي ٿو، پر صوفي ٿيڻ سڀ ڪنهن لاءِ آسان نٿو ڀانئي.

آهي هندو مومن ايڪ،
وچ عقيدي وحدت والي.

قرآن شريف ۾ ارشاد خداوندي آهي ته، الله جي رسي (هدايت) کي مضبوطيءَ سان جهليو ۽ تفرقو نه وجهو، تولن ۽ گروهن ۾ ورهائجڻ بجاءِ برداشت ۽ محبت جي جذبي کي اجاگر ڪيو ۽ هڪ

ٻئي جو احترام عزت ۽ قبول ڪرڻ (هڪ ٻئي کي) سِکو، نفرت آميز رويا تبديل ڪري دنيا کي جنت بڻايو. هڪ انسان جو ناحق خون نہ وهايو. ائين بہ چيو ويو تہ، هڪ انسان جو ناحق قتل، پوري انسانيت جي خون وهائڻ برابر آهي. هتي انسان جي رت وهائڻ کان روڪيو ويو ۽ نہ صرف مسلمان يا ڪنهن گروهہ جي. تنهن ڪري واضح ٿيو تہ، آدميت جو احترام ئي اصل مذهب آهي، چيو ويو تہ، مؤمن اهو آهي، جنهن جي هٿ ۽ زبان کان ٻيو مسلمان محفوظ رهي. پوءِ هِتي هي تفرقابازي ڇاجي. پنهنجي پنهنجي مفادن لاءِ هرڪو هڪ ٻئي لاءِ غير محفوظ ڇو آهي؟ هر ڪنهن پنهنجو الڳ رستو ڇو اختيار ڪيو آهي. مختلف فرقا ٿاهي پاڻ وٽائڻ جي ڪوشش ۾ ٻاءُ کي ٻاءُ کان ڇو ڌِڪي ڌار ڪيو آهي؟ عابد ۽ عالم، شيعو ۽ سُني، هندو ۽ مسلمان ٿيڻ تمام آسان آهي، پر خدائي مخلوق (آدم) سان محبت ڪرڻ انتهائي مشڪل ڪم آهي. بقول بيدل فقير تہ:

عالم، عابد ٿيوڻ سوکا،
راهہ عشق دي جاوڻ اوکا.
مذهب دين دي باتين اوري،
عاشق ويندي اڳي اڳي.
تَقوا زُهدُ دا ڪم هَي چوکا،
عامل، عالم، ٿيوڻ سوکا.

مطلب تہ بيدل فقير محبت جو قائل هو، دين، ڌرم، فقہ ۽ ڦند جي قيد کان پاڻ کي آجو رکڻ چاهيندو هو، هُن طبقاتي اوچ نيش جي ڀرپور مزاحمت ڪئي ۽ ذات، پات، نسل ۽ نسب کي مقدس ڄاڻڻ بجاءِ عمل کي اوچو سمجهيو. ٻين صوفي درويشن وانگر بيدل سائين بہ انسانيت جو پيغام ڏنو آهي.

آدَمُ ڪل الله جي، اهہ جليلي جاءِ،
ڪعبو اِهو آهي، ڪوهہ نہ پوڇي پوڇيان.

# فقير قادر بخش "بيدل جي ڪلام ۾
# آئما اطهار عليه السلام جي توصيف و مدحت.

پروفيسر قاسم ٻگهيو

سنڌ جي سر زمين، ولين، صوفين، بزرگن، شاعرن، اديبن ۽ ڏاهن کي وقت بوقت پنهنجي آغوش ۾ پرورش ۽ پالنا جو اعزاز بخشيو آهي. ڪن ٻاهر کان اچي ڪري هتي سڪونت اختيا ڪئي آهي ته ڪن جو وري خاڪي بوتو، جوڙڻ واري هتان جي مٽيءَ مان جوڙي، انسان ذات جي لاءِ رشد وهدايت جو سامان فراهم ڪيو آهي.

جنهن سرزمين تي شاه لطيف رح ، قلندر شهباز رح، صوفي شاه عنايت رح ، سچل سرمست رح جهڙا ولي ، بزرگ، شاعر ۽ ڪرامت جا سرچشما، پنهنجي ادبي ننڊ ۾ مشغول هجڻ باوجود انسان ذات جي ابدي زندگيءَ کي سنوارڻ جو سامان فراهم ڪري رهيا آهن ۽ سنڌن درگاهون ۽ ڇڏيل ورثو ڪلام جي صورت ۾ انسان کي پنهنجي رب سان نيهن نيائڻ ۽ پنهنجي گرهستيءَ کي سمجهڻ جو درس ڏئي رهيو آهي، اُتي سنڌن ڪلام ۾ منبع تخليق ڪائنات حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ ۽ ان جي آل مطهرة جي متعلق به توصيف ۽ ثناءِ جو ڪافي ڪجھ مواد موجود آهي.

اهڙن بزرگن، عالمن، شاعرن، صوفين، ولين مان فقير قادر بخش "بيدل" به هڪ آهي. واديءَ مهراڻ جو هيءُ انمول ماڻڪ سنڌ جي قديم تاريخي شهر روهڙي ۾ سنه ١٢٣٠ ھ مطابق سال ١٨١۴ع ۾ انساني جامو پهري نمودار ٿيو.

پنهنجي ظاهري ۽ فاني زندگيءَ ۾ مختلف مرحلن کان گذرندو دنياوي تجربات جي بحر بي ڪران مان ٿيندو، وقت جي عالمن، بزرگن، شاعرن، ولين ۽ صوفين جي صحبت سندي سمنڊ کي جهاڳيندو ۽ فيض حاصل ڪندو، اچي پنهنجي منزل تي پهتو ۽ دنيا جي ظاهري مشاهدن ۽ روحاني رازن کي پنهنجي ڪلام ۾ وقت بوقت ظاهر ڪرڻ لڳو. فقير صاحب جتي مختلف موضوعن تي طبع آزمائي ڪئي آهي ۽ پنهنجي عقيدت جو اظهار ڪيو آهي، اُتي پاڻ آئمه اطهار عليه السلام سان به پنهنجي محبت ۽ عقيدت جو اظهار ڪندي نظر اچي ٿو جنهن مان سندس مودت ۽ معرفت جي منزل جي خبر پوي ٿي.

حضرت علي عليہ السلام جي شان ۾ هڪ نظم ستن مصراعن تي لکيو اٿائين، جنهن مان نموني طور تي هڪ ٻه بند ڏجي ٿو،

(١) تجلي وحدت مطلق ولي الله علي برحق،
کند حجت دوئي را شق ولي الله علي برحق،
(٢) علي المرتضيٰ حيدر، وصي المصطفيٰ صفدر،
صفي و مجتبيٰ سرور، ولي الله علي برحق،

ٻارهن امامن جي شان ۾ پاڻ جيڪو نظم لکيو اٿائون جيڪو اڄ به ايترو مقبول آهي جو وقتن فوقتن ڪثرت سان ڳايو به وڃي ٿو ته پڙهو به وڃي ٿو. جنهن جي ابتداءَ ۾ پاڻ فرمائين ٿا ته،

افروخت عشق شمع جمال محمدي،
شُد مرتضيٰ ظهور ڪمال محمدي،
نظم جي آخري بند ۾ لکن ٿا،
بيدل زعشق بهره دهندت بگو به صدق،
صلوات بر محمد و آل محمدي.

حضرت علي عليہ السلام جي شان ۾ پاڻ سنڌيءَ زبان ۾ به ٻه ڪافيون لکيون اٿائون، جن مان نموني طور تي ڪجھ شعر هيٺ

ڏجن ٿا.

ظاهر بندو باطن موليٰ، برھ جي بازي پرجهي ڪير،
اهو راز ڪري ٿو روشن، علي ولي شاه مردان شير،
ٻيءَ ڪافيءَ ۾ ڪجھ هن طرح سان شعر اٿن ٿہ،
هت هُت حامي آھ، اسان جو هادي حضرت شاھ،
لحمڪ لحمي، روحڪ روحي، اعليٰ اسد الله،

حضرت علي عليہ السلام سان پنهنجي بيپناھ عقيدت جو اظهار ڪندي هڪ شعر ۾ پاڻ فرمائي ٿو ته،

بيدل جي تينون طلب هي، دائما ديدار دي،
هٿ ڪنون ڇوڙين نہ دامن، حيدر ڪرار دي،

حضرت علي عليہ السلام جي اعلان" سلو ني سلوني قبل ان تفقدوني" کي پنهنجي ڪلام ۾ هن طرح سان نظر بند ڪريٿو تہ،

سمجھ سراسر سر سلوني،
آهين تون نور نيارو

فقير صاحب پنهنجي ڪلام ۾ ڪربلا جي واقعي جي بہ منظر ڪشي ڪئي آهي انهيءَ سلسلي ۾ هڪ مرثيہ سندن ڪلام ۾ ملي ٿو، جنهن مان ڪجھ هت ڏجي ٿو.

ڪربالا ۾ شاھ جڏهن مهمان ٿيو
درد غم جو اُتِ وڏو گهمسان ٿيو
ڪربلا ۾ آيو جڏهن ابن رسول،
جانشين موليٰ، جگر گوشئہ بتول،
ورھ جي واديءَ ۾ ڪيو نرمل نزل،
سوز سورن جو سيو سامان ٿيو.

بيدل فقير امام آخر زمان امام محمد مهدي هادي عجل الله فرجه جنهنجي ظهور جو عالم انسانيت کي انتظار آهي ، پنهنجي عقيدت جو اظهار هن طرح سان ڪريٿو تہ،

عشق امام محمد مهدي، دوئي اٿئي دجال،
هوڪو ڦير حقيقت وارو، مهدي شاهه مثال،

وادي مهراڻ جو هيءُ روشن دماغ، عالمگيريت جو داعي مذهبي تفرقہ بازيءَ کان ڏور، اوچ نيچ جي جنجال پٽيءَ کان پري انسان ذات کي روحانيت جو پيغام ڏئي ڪري، حقيقتن کي شعر جي شڪل ۾ واضح ڪري، آئمه اطهار عليہ السلام سان پنهنجي عقيدت ۽ مروت جو اظهار پنهنجي ڪلام ۾ توصيف ۽ مدحن جي شڪل ۾ ڪندي تاريخ ١٦ ذوالقعد سنہ ١٢٨٩ هه تي دارالبقا ڏانهن روانو ٿيو. سندس درگاهه ۽ ڪلام اڄ بہ انسان ذات لاءِ رشد و هدايت جو سرچشمو آهي.

# بيدل فقير هڪ مرد ڪامل

پرويز شمس ڪلوڙ

بيدل فقير بنيادي طور عشق ۽ محبت جو شاعر آهي. هو اڪرن ۾ نہ ئو آڙجي ۽ عشق جي اوکي منزل ماڻڻ لاءِ ڪنهن ٻئي ڏيہہ ۾ قاسڻ کان ڪناره ڪشي اختيار ٿو ڪري.

اڪران دي وچ جو ئي اڙيا
عشق دي چاڙهي مول نہ چڙهيا.

حضرت بيدل سائين هڪ مرد ڪامل ۽ مرد مومن آهي. ان جهڙي مرد ڪامل، بهادر ۽ غيرفاني هيري لاءِ ڪيس صحيح طريقي سان سمجهڻ ۽ سمجهائڻ لاءِ ڪي اعليٰ اديب، محقق ۽ مفڪر هجن، جيڪي بيدل جهڙي سالڪ ۽ درويش صفت انسان جي شخصيت، ڪردار ۽ ڪارگذاريءَ تي ادارڪ ۽ علم منجهان مفصل روشني وجهي سگهن ۽ سندس پاڪ پوتر انسان جي پاڻ سڃاڻڻ واري پيغام ڪي عام اڳيان آشڪار ڪن.

بيدل سائين هڪ عظيم صوفي سالڪ ۽ اُتم پيغام ڏيندڙ آهي. حضرت فقير قادر بخش بيدل جي شاعريءَ تي حضرت سچل سرمست جو خاصو اثر ڇانيل آهي تنهن ڪري سندس ڪلام تي ساڳي مستي ۽ بيقراري نمايان نظر اچي ٿي.

بيدل فقير جي شاعريءَ تي تصوف جو رنگ غالب آهي انهيءَ ڪري سندس نثر خواه نظم تي همہ اوست ۽ منصوريت ڇانيل آهي.

بيدل فقير شريعت جو سخت پابند ۽ پنهنجي مرشد وارو فقہ سُني قادري اختيارڪيل هُيس، مگر تنگ نظري ۽ ڪٽرپڻو ڪونہ هيس، هر انسان ۾ مالڪ حقيقي جو جلوو پسي ان سان پيار ڪيائين. نفرت کان نفرت ڪيائين ۽ ماڻهوءَ کي مؤلا جو مظهر سمجهائين. ديوان بيدل جي خالق سيد عبدالحسين شاهہ موسويءَ جو تجزيو آهي تہ بيدل فقير جو مجازي عشق پاڪ ۽ پوتر هو. بيدل جي شاعريءَ ۾ سندس محبوب متعلق قائم ڪيل نظريو صوفياڻي خيال جي وحدت الوجود يعني همہ اوست جي رمزن تي بيٺل آهي. بيدل سائين هڪ صوفي با صفا شاعر آهي، هن جي نگاهہ ۾ شاهہ مردان، شيريزدان ۽ صوفين جي امام شير خدا حضرت علي ڪرم الله وجهہ وٽان اهڙي عطا ٿئي ٿي.

ظاهر بندو باطن مولا عشق جي بازي پرجهي ڪير
اهو راز ڪري ٿو روشن علي ولي شہ مردان شير.

مطلب تہ بيدل سائين سنڌ جي ڪلاسيڪي شاعري ۽ تاريخ ۾ اهم ۽ انوکو نالو آهي. ڪيس نثر لکڻ ۾ اوتري مهارت حاصل آهي جيتري شاعريءَ ۾. بيدل سائين جيئن تہ صوفي آهي تنهنڪري سندس عقيدو اهو آهي تہ هيءَ ساري ڪائنات الله پاڪ جي سونهن ۽ حُسن جو پرتو ۽ مظهر آهي مجازي عشق جو تعلق الله سائين جي ذات حقيقي سان آهي. جڏهن مجاز مان پار ٿي حقيقت جي منزل کي ( انسان) رسي ٿو تہ دنيا جي هر شيءِ هن کي فنا ٿي نظر اچي. هنئن بہ دراصل هر شيءِ فنا آهي ۽ جيڪي بہ ظاهري صورتون آهن سي فنا ٿينديون رهنديون آهن. زنده رهڻ واري صورت صرف حقيقي حُسن آهي. مجاز ۾ عاشق کي جيڪي سهڻيون صورتون نظر اچن ٿيون، سي هُن کي موهي پاڻ ڏانهن متوجهہ ڪن ٿيون، پر اُهي سڀ فنا ۽ باطل آهن.

بيدل سائين فرمائي ٿو تہ اها حياتي اٿئي خزانو دم دم تنهنجو ڏريگانو باور ڪر تون ٿي مردانو وحدت جو ڪر يار واپار. شاعر

انسانيت جا پيغامبر هوندا آهن امن ۽ سڪون پيار ۽ محبت، اخوت ۽ ڀائيچارو، مساوات ۽ برابريءَ جون متيون لاتيون لونڊڙ پڪي هوندا آهن. بيدل سائين به حسن جو پرستار هو، تنهن ڪري ئي انسان کي خدا ئي جلوي جو پرتو ۽ مظهر سمجهندو هو ۽ چڱي صورت کي چشمن تي رکندو هو. ان ڪري جتي به ڪو ناحق خون ٿيو يا انسان جو رت وهيو، بيدل بي چين ٿي ويو. سندس خيال موجب انسان جي بي حرمتي ڪرڻ، اُن جو رت وهائڻ ۽ انسان کي هرويرو رنجائڻ خالق ڪائنات کي رنجائڻ برابر آهي. ڇو ته تخليق ته آخر ان جي ئي آهي ۽ تخليق جي بي حرمتي ڪرڻ خود خالق جي بي ادبي ڪرڻ آهي. ڊاڪٽر اينميري شمل ڪهڙو نه سهڻو چيو آهي ته "موجوده وقت جي براين ۽ تباهه ڪارين کي ختم ڪرڻ لاءِ انسان ذات ۾ محبت ۽ درگذر ڪرڻ جي ضرورت آهي". حضرت بيدل سائين به اهڙو ئي ميٺ ۽ محبت جو درس ڏنو آهي. هُن نفرتن، ڪلفتن ۽ ڪدورتن جي اڏيل اوچن ڪوٽن کي ڪيرائي امن ۽ آشتي ۽ انسان ذات سان بي پناهه عشق ۽ محبت جو درس ڏنو آهي. اسان سيني کي گهرجي ته فقير قادر بخش بيدل جهڙن صوفي شاعرن جون ڪافيون ۽ ڪلام پڙهون ۽ پڙهون، بلڪ عمل به ڪريون ڇو ته اسان کي نفرت نه، پر محبت کپي. بيدل سائين پاڻ سچي عمر سادگيءَ کي اپنايو ۽ پاٽپٽي ڪان پاسو ڪيو ۽ اهڙيءَ ريت پاڻ گوهر انمول بڻجي ويو. بقول سندس لائق فرزند ۽ نوجوان يگاني شاعر فقير محمد محسن بيڪس جي ته: بيدل مرشد منهنجو سائين، غريب نواز هو بيڪس خادم در اُنهين کي عشق جو آغاز هو.

# حضرت قادر بخش بيدل رحه جو مختصر سوانحي خاڪو

## اختر درگاهي

| | |
|---|---|
| ❋ نالو: | عبدالقادر عرف قادر بخش (غوث اعظم عبدالقادر جيلاني رحہ جي عقيدتمنديءَ ۾ پاڻ کي قادر بخش سڏيائون) |
| ❋ تخلص: | بيدل، ٻ، قادر |
| ❋ لقب: | روھڙيءَ جو جھنڊو |
| ❋ والد بزرگوار جو نالو: | فقير محمد مُحسن |
| ❋ گھراڻو: | قِريشي، صديقي. |
| ❋ ولادت جي تاريخ: | سن ١٢٣١ هجري مطابق ١٨١٥ع |
| ❋ ولادت جو هنڌ: | روهڙي (محلو ريشم باف، پاتـولڪي سمڙي) |
| ❋ تعليم: | قرآن، حديث، فقه، علوم شرعيه، عربي، فارسي ٻولين جا فارغ التحصيل عالم. |
| ❋ دست بيعت مرشد: | سيد مير جان الله شاھ رضوي ثاني |
| ❋ باطني فيض: | حضرت لعل شهباز قلندر رحہ |
| ❋ مسلڪ: | حنفي، صوفي |
| ❋ طريقو: | قادري |
| ❋ رندي راھ: | قلندري، اويسي، وحدت الوجودي |

* ظاهري طريقت جو سلسلو: حضرت بيدل مُريد مير جان الله شاهہ رضويءَ جو، اهومُريد سيد عبدالوهاب شاهہ جيلاني ڀاڱناڙيءَ واري جو، اهو مُريد فقير غلامہ محمد جو، اهو مُريد غلامہ رسول وڻجاري جو، اهو مُريد مير جان الله رضوي اول جو، اهو مُريد شاهہ عنايت الله جهوڪ واري جو، اهو مُريد عبدالملڪ چشتي دکنيءَ جو، اهو مُريد سيد عبدالقادر جيلاني (غوث اعظمہ) جو.

* پهريون شعر: دلامت در رهول روز محشر
پڪڙي دامن ابن پيمبر

* انوقت عمر: ١٥ سال

* پهريون شعري ڪتاب: مثنوي رياض الفقر (فارسي) سن ١٢٥٨ هجريءَ ۾.

* انوقت عمر: ٢٧ سال

* سئر سفر: سيوهڻ، جهوڪ شريف، ڀٽ شاهہ، دراز شريف، پير جو ڳوٺ، پريالوءِ، پنهواري، تجل شريف، ٽـرڙي بڪار.

* ڏندو: ٽـورو عرصو مجارڪو دوڪان کوليائون.

* تصنيفون: (١) مثنوي رياض الفقر (٢) ديوان سلوڪ الطالبين (٣) مثنوي دلڪشا (۴) رموز القادري (٥) مثنوي نهرالبحر (٦) ديوان مصباح الطريقت (٧) ديوان منهاج الحقيقت (٨) ڪُرسي نامه (٩) ديوان بيدل (فارسي) (١٠) قصئہ هير رانجها (١١) قصہ ليليٰ مجنون (١٢) ظهور

نامہ (١٣) پنج گنج (١۴) سند الموحدين (١٥) رموز العارفين (١٦) تقويت القلوب في تذڪرة المحبوب (١٧) في بطن احاديث (١٨) تاريخ سنڌ (١٩) قرة العين في مناقب السبطين (٢٠) انشاءَ قادري (٢١) خطباب جمع ٢٢) عقائد (٢٣) فوائد المعنوي (٢۴) تاريخهائي وفات (٢٥) ديوان بيدل (اردو) (٢٦) ديوان بيدل (سنڌي ۽ سرائڪي)

❋ مجازي محبوب: ڪرمچند، فقير غلام محمد، فقير قاضي پير محمد،

❋ صحبتي فقير: روحل فقير ٻيون، فقير نانڪ يوسف، فقير محمد صلاح، ڀائي موتيرام، الله اوڀايو شاهہ، جعفر علي شاهہ.

❋ طالب: فقير محمد محسن بيڪس، فقير عبدالله اول، مير جان الله شاهہ ثالث، سليمان فقير ميربحر، سيد قاسم علي شاهہ ترڙيءَ وارو، سيد حمزه علي شاهہ، حبيب الله شاهہ، صفدر علي شاهہ، ڀائي پارو شاهہ، ڀائي ڪشنومل، شوڪتراءِ خيرپوري، سيد علي شاهہ، ديوان ڪشنچند خيرپوري، مائي رامي (پير جو ڳوٺ) منشي سلامت راءِ، منشي هيمراج، پريمچند ويرومل، منشي ڪشنداس (پير جو ڳوٺ) قاسم علي فقير ميربحر، حيات فقير پرديسي، پنهون فقير، ڪريم بخش خنياگر، ميان عبدالوهاب ريشم باف، حاجي جمڙو

شيخ، جمعدار آندل، الله اوپايو شاھ.

* جن کي باطني فيض ڏنائون: بابا نيپراج، الله بخش فقير مست، قاضي عبدالخالق عرف قاضي بابا، فقير غلام علي مسرور، فقير علي بخش ڪمتر،

* پوشاڪ: سادا کار ڏوتل ڪپڙا، ڪلهن تي گيڙو رتي چادر، مٿي تي تاج، ٽوپي،

* شاديون: ہہ گهر نڪاح ۾ آندائون

* اولاد: (١) دختر (صغير سن فوت) (٢) دختر (زوجہ فقير عبدالله اول، (٣) فرزند، محمد محسن بيڪس (لا ولد وصال ١٢٩٨ ھ) (۴) فرزند، غلام فريد (لاولد، وصال ١٢٩٨ ھ) (٥) فرزند، امام بخش (صغير سن فوت)

* وصال: ١٦ ذوالقعد ١٢٨٩ هجري مطابق ١٥ جنوري ١٨٧٣ عيسوي

* عمر: ٥٩ سال

* وصال جو هنڌ: قاضي پير محمد جي اوطاق (روهڙي)

* مزار: سندن اڪثر مراقبي واري هنڌ

## درگاھ جي تعمير جو تفصيل

- پهريان هڪ ڪچو ڪوٺو ٺهرايو ويو.
- ١٢٩٨ هجريءَ ۾ فقير محمد محسن بيڪس کي دفنايو ويو.
- ١٣٠١ هجريءَ ۾ فقير عبدالله اول کي دفنايو ويو.
- ١٩٢٣ع ۾ ٽنهي مزارن لاءِ شڪارپور جي ڪاريگرن جو ٺهيل، خوبصورت ڪٺهڙو لڳايو ويو، جيڪو موجوده حالت ۾ آهي.
- ١٩٤٥ع ۾ درگاھ جي موجوده عمارت تعمير ڪئي وئي.
- ١٩٥٤ ۾ درگاھ لاءِ ريلوي ڪان بجلي ورتي وئي.
- ١٩٦٣ع ۾ درگاھ لڳ موجوده مسجد شريف تعمير ٿي.
- ١٩٦٥ع ۾ پُراڻي باغ کي ختم ڪري درگاھ آڌو پڌرو ڪيو ويو جيڪو موجوده حالت ۾ آهي.
- ١٩٦٦ع ۾ درگاھ لڳ پُراڻو کوھ بند ڪرايو ويو ۽ ان جاءِ تي پاڻيءَ جون ٽانڪيون ٺهرايون ويون ۽ ميونسپلٽي ڪان پاڻيءَ جو ڪنيڪشن ورتو ويو. تازو ان جاءِ تي تعلقه ڪائونسل روهڙي نئين ٽانڪي تعمير ڪئي آهي.
- ١٩٦٨ع ۾ ميونسپلٽي پاران درگاھ تي اسٽريٽ لائٽ لڳائي وئي.
- ١٩٦٩ع ۾ ميونسپلٽيءَ پاران درگاھ جو روڊ تعمير ٿيو.

## حضرت بيدل جي ڇپيل ڪتابن جا مؤلف

| ڪتاب جو نالو | مؤلف | سن |
|---|---|---|
| ١ـ ديوان بيدل عُرف بيدل جي سوانح عمري | گدومل ڪنٹ مل هرجاڻي | ١٩۴٠ع |
| ٢ـ بيدل جو سنڌي ڪلام | بولچندر راڄپال | ١٩٥٠ع |
| ٣ـ ديوان بيدل | عبدالحسين شاهه موسوي | ١٩٥۴ع |
| ۴ـ فڪر بيدل | ميمڻ عبدالمجيد سنڌي | ١٩٧٨ع |
| ٥ـ پنج گنج (سنڌي) | سبحان بخش قريشي | ١٩٧٦ع |
| ٦ـ ڪلامِ بيدل | گل محمد انصاري | ١٩٨٩ع |
| ٧ـ بيدل جو اردو ڪلام | اختر درگاهي | ١٩٩٧ع |
| ٨ـ مثنوي دلڪشا | ڊي ڪي منشاراماڻي | ١٩٩٧ع |
| ٩ـ پنج گنج (اردو) | ڊاڪٽر نواز علي شوق | ٢٠٠ع |
| ١٠ـ فوائد المعنوي | غلام علي مسرور | ٢٠٠١ع |

## حضرت بيدل جي نالي سان ڄاڻايل شخصيتون

١ـ سيد بيدل بخش شاهه بکاري (وصال ١٩۴٢ع)

٢ـ بيدل بخش عرف بيدل مسرور (ولادت ١٩۴٧ع)

٣ـ قادر بخش عرف بيدل ثاني بن سبحان بخش قريشي (وصال ١٩٩٨ع)

۴ـ بيدل بخش بن غلام نجف ثاني بن بيگ محمد ثالث (ولادت ١٩٨٧ع)

٥ـ مظهر بيدل بن عبيدالله بن عبدالله قريشي ثاني (ولادت ٢٠٠٠ع)

”نور“ رضوي

## حق موجود سدا موجود

دُوئيءَ جو دولاب اجايو،
واحــــــد آه ودود،
حق موجود، سدا موجود.
سوئي اَوّل سوئي آخر،
سو مــــالـــــک معبود
حق موجود، سدا موجود.
آدم جي عظمت جو منکر،
ماڳهين ٿيو مردود
حق موجود، سدا موجود.
پيارا خود کي ڪين ڪري چڏ،
پاڻ تائــــين محــــدود
حق موجود، سدا موجود.
آهن اَمَر اُهي ئي جن کي،
نينهن ڪيـــو نابود
حق موجود، سدا موجود.
عاقل کي جو عشق پڙهائي!
بالڪــــل آ بي سُود
حق موجود، سدا موجود.
ساجد آ مخلوق سموري،
هڪ مـــالـــک مسجود
حق موجود، سدا موجود.
سارو عالم سائل آهي،
سائين ســخا ۽ جُود
حق موجود، سدا موجود.

اَو ادنيٰ جي منزل تي هن
احمـــد ۽ محمـــود
حق موجود، سدا موجود.
نينهن وارن جو نعرو آهي،
بـــره، نـــڪي بـــارود
حق موجود، سدا موجود.
”نور“ شهادت تشهد اشهد
شـــاهـــد ۽ مشـــهـــود
حق موجود، سدا موجود،
حق موجود، سدا موجود.



قالوبليءَ ڪي ڳولي لهبو،
نيٺ خدا ڪي ڳولي لهبو.

دل جي دَريءَ مان جهاتي پائي،
مهرو وفا ڪي ڳولي لهبو.

تَسبيءَ جي ٽڪ ٽڪ ۾ زاهد،
تنهنجي خطا ڪي ڳولي لهبو.

نيهُن لڳائي رنگ رچائي،
مست اَنا ڪي ڳولي لهبو.

ساز سُرندا راڳي ميڙي،
سُر ۾ ثنا ڪي ڳولي لهبو.

دلبر تنهنجي نه، نه، نه ۾،
ها، ها، ها ڪي ڳولي لهبو.

دل سان لائي ٻول 'صدف' جا،
روح جي صدا ڪي ڳولي لبهو.



حضور بخش راهي

نياپو نينهن وارو ڏئي ويو نروار بيدل آ،
عُشاقن کي سجاڳي ڏئي ڪيو بيدار بيدل آ.
دُئي دل مان ڪڍي جنهن سو اچي پل عشق جي آڏو،
اهو اڪثر ڪندو آيو عيان اظهار بيدل آ.
وٺيائين واٽ وحدت جو وڏائين نفس کي نوڙي،
ڪسي خواهش هرهڪ ان جي ڪيو تڪرار بيدل آ.
شريعت واري ٻيڙيءَ کي طريقت سان رسائي سڙهه،
تڏهن درياهه دهشت جو تري ٿيو پار بيدل آ.
ڏٺائين معرفت جي ماڳ تي اسرار ازغيبي،
بڻيو عارف بلاشڪ فيض جو پندار بيدل آ.
مليو جوڪجهه به بيدل کي مان سمجهانٿو قلندر کان،
انهي در جو سڏايو، تنهن ڪري پينار بيدل آ.
نظام رمز رنديءَ جو رهيو ناظم نرالو آ،
کي سمجها، کي نه سمجها جو ڪيو پرچار بيدل آ.
مٿي جن جي لڏو آ مان، راهي تن روهڙي جو،
چٽو هڪ چنڊ وانگي سو اهو ڪردار بيدل آ.



منهنجو هادي منهنجو رهبر
سائين بيدل بادشاهه

جان الله شاهه جي دعا جو، گوهر ناياب اِ،
غرق وحدت ۾ سراسر، سائين بيدل بادشاهه.
روهڙي ڪُل رنگ برنگي، حُسن و عشق جو شهر،
برهه جو بانڪو بهادر، سائين بيدل بادشاهه.
محب شاهه مولا مدامي، شاهه حيدر حقاني،
خوش آهي، جنهن سان قلندر، سائين بيدل بادشاهه.
ڇا نفيءَ ۾ آهي ظاهر، ڇا ٿيندو اثبات سان،
ظاهر و باطن جو منظر، سائين بيدل بادشاهه.
ڪين ڄاڻون علم اصلي، علم نقلي ٿا پڙهون،
عِلم لُدِني جي عطا ڪر، سائين بيدل بادشاهه.
صوفي سنيري آيا آهن، عشق جي اوتار ڏي،
دان ڏيندو دل سان دلبر، سائين بيدل بادشاهه.
مست سالڪ در اوهان جي داتا ايندا ٿا وڃن،
هن جڏي جيءَ تي نظر ڌر، سائين بيدل بادشاهه.
نينهن جو نعرو لڳو پوءِ ڪربلا ۾ يا حسين!
سوڳواريءَ ۾ سراسر، سائين بيدل بادشاهه.
خادم الفقراء بيدل، شاهي تنهنجو شان ٿيو،
’شيخ‘ وحدت ۾ رهي تر، سائين بيدل بادشاهه.



بيـخود بلوچ

## بيدل جي عقيدت ۾ بيت

بيدل بندَ ڀڳا، طبقن جا ته تنوار سان،
نعرا نِجَ لڳا، نگر نگر ۾ نينهن جا.

بيدل چَئي بيباڪ، ڳالهه ڳٽي هڪ حَق جي،
وَجو سيئي سِڪ سان، عشق سندي اوطاقَ،
پرتِ سان ٻڌجو پاڪ، درد سان دل ڏوئي چڏيو.

ڪيو بِرههُ بيانُ، بيدل پنهنجي بات ۾،
ڳايو وڄايو سدا، عشق سندو هُنَ شانُ،
عشق بِنا انسانُ، اوڏو ڪين الله کي.

روهڙيءَ ڏِنا رنگَ، اوتاري ۾ عشق جا،
چَپي چَپي چنگَ، بيدل سندي بات جا.

بيدل ٿي بيتابُ، اوتيو اندر عشق کي،
تڏهن ئي تخليق ٿيو، سندس هر ڪتابُ،
اکر اکر ۾ عشق جو، نِسريو صاف نصابُ،
بيدل وارو بابُ، بيخود! پڙهُ ته پاس ٿئين.

اسان ڪان پڇين ٿو اسان ڇا ڪمايو
اسان پيار ڳايو اسان پيار ڳايو.

ڪوڙي آهي ڪوڙي نفرت جي دُنيا
اسان توکي ۽ تنهنجي جڳ کي ٻڌايو.

وڃي پُڇ ته توکي ٻڌائيندا پاڻهي
اسان ڪينرو جيڪو جهر جهنگ وڇايو.

اسان جي ته سرحد اسان جو نه فرقو
اسان سنڌ واسين آ صوفي سڏايو.

محبت جي دنيا آ منڙن جي دنيا
اسان مهر خادم تڏهن لنؤ لڳايو.



